# شاهه سچل سامي

( نئين نظر )

سمپادڪ: اي-جي-اُتم

نئين دنيا پبليڪيشن

بمبئي




# شاهه - سچل - سامي

## ( نئين نظر )

سمپادڪ: اي - جي - اُتم

ل ٢٧] ڪچو جلد ٦ ۽ پڪو جلد ١٠ رپيا [ڪتاب ١

سپٽمبر ١٩٨٢

ڇپائيندڙ

نئين دنيا پبلڪيشن

بي-٩، فلور پيلاس، مٽلا ديوي روڊ، چيمبر

بمبئي - ٤٠٠٠١٦        فون: ٤٦٤١٣٦

# فهرست




ڇپيندڙ:- نرسنگ موتومل، هرمنس پرنٽرس، ۱/۲۶۰
ساني گروجي مارگ، ڪستوربا اسپتال جي سامهون،
مهالڪشمي، بمبئي - ۴۰۰۰۱۱ فون ۸۹۱۳۶۸

ارپـــڻ

سنڌيءَ جي اعليٰ
اديب، تاريخ نويس
۽ تحقيق نگار
مرحوم حسام الدين
راشديءَ کي

اي - جي - اٽر

# مُنڍ

اسين هي مجموعو پنهنجي پياري ٻرڪ ساهتڪار اتهاسڪار ۽ کوجناڪار مرحوم حسام الدين راشدي جي ياد ۾ پيش ڪريون ٿا جن سالن تائين سنڌ جي تاريخ ۽ ادب، تهذيب ۽ تمدن تي سنڌيت جي نگاهه کان پئي روشني وڌي ۽ اسانجي ڪلاسيڪل شاعرن بابت به کوج ڪئي. ڪجهن ائي ڏڪعي مرحوم جي اهڙن چونڊ لکڻ جو ڳڻڪو ئي نه هو.

هي مجموعو اسانجي ڪلاسيڪل شاعرن - شاهه، سچل ۽ ساميءَ تي لکيل ١٤ آڌارن جو آهي، جنهن ۾ ڪلاڪا ٽيهن لفظ ٻيا ٿڙن نقطو ڏال آهي، جيڪو انکي ٻڪالو ٻٽائي ٿو. لڳ ڀڳ هاڻ پندرهن ڪرڻ ان افاظ ڪـان به اهم آهي جو ان وقت ۾ شاهه لطيف جي ٣٠٠ ورسي ( هجري سن موجب) ملهائي وئدي. سچل جي به ١٦٠ ورسي تازو جولاءِ ۾ ملهائي وئي. باقي ساميءَ جي ورسي به خاص ڪري سنڌ ۾ شان مان سان ملهائڻ کپي. شاهه ۽ سچل وانگر ساميءَ جي ڪولا به سماجڪ ۽ اتهاسڪ اک سان ڀرکڻ کپي جيئن آن مان زائي جي ڪلچرتي، سنڌيت ۽ انسانيت جي جهلڪ پسي سگهجي. هنداءِ اهڙي ڳڪاني ڪوشش هڪ ان ليکڪن ڪئي آهي، جا هن مجموعي ۾ شامل آهي.

(سمپادڪ)

اي. جي. اُتم

# شاهه، سچل ۽ سامي

هر ڪنهن قوم کي پنهنجي پنهنجي روايت (پرمپرا) ٿئي ٿي. انهي لاءِ ٿئي ته کي پنهنجن بزرگن کان ڪي چيزن جو ورثو ملي ٿو، جنهنجي حفاظت ڪرڻ انجو هڪ مکيه ۽ اول فرض آهي. نه رڳو انجي حفاظت ڪرڻ، پر انکي نئين زماني جي روشنيءَ ۾ مدي خارج جزن کان آجو ڪري، اڳتي وڌڻ لاءِ نئين ٿهيءَ کي پاڻ پتوڙڻو پوي ٿو. شاهه، سچل ۽ ساميءَ جي ڪوتا، اسان سڀني لاءِ هڪ اهڙو ئي ورثو آهي.

شاهه، سچل، سامي، اسانجي لوڪ پياري ڪلاسيڪل ڪوين جي نمرني آهي. انهن جي ڪوتا ۾ اهڙيون ڪهڙيون ڳالهيون آهن، جنجي ڪري اڄ سوين سالن کانپوءِ هنن جو شعر (سڀ جو سڀ نه) دلڪش ۽ دلچسپ لڳي ٿو ۽ انهن ۾ ڪهڙيون چيزون آهن جنکي ڇڏڻي چاهڻي اسانکي نئي اڳتي وڌڻو آهي. اها اوک، ڇوڪ ڪرڻ لاءِ اسانکي نه رڳو سندن ڪوتا-ساگر ۾ ٽٻيون ڏئي سونهن هٿ ڪرڻيون آهن، پر اتهاس ۾ جهاتي پائي، انهنکي زماني جي سچائيءَ جي ڪسوٽيءَ تي ڪسي

ڪٿ ڪرڻي پوندي ۽ ڏسڻو پوندو ته هن زندگيءَ جي
کهڙي ۽ ڪيتري ترجماني ڪئي آهي.

شاهه (١٦٨٩ع کان ١٧٥٢ع)، سچل (١٧٣٩ کان ١٨٢٩)
۽ سامي (١٧٤٣ کان ١٨٥٠) جو زمانو جاگيرداري نظام
وارو هو، جڏهن ملڪ ۾ ننڍين راجائن، جاگيردارن ۽
اميرن جو راڄ هلندو هو ۽ سنڌ ۾ پهرين ڪلهوڙن جي
(١٦٥٧ع کان) ۽ پوءِ ٽالپرن جي (١٧٧٢ع کان) حڪومت
هئي. اُن وقت هندستان ۾ ڪٿي مغلن جي، ڪٿي مرهٽن
جي، ڪٿي سکن جي ته ڪٿي راجپوتن جي حڪومت
هئي. چوگرد لڙائيون واڳا رچائي رهيون هيون. سنڌ کي
نادرشاهه، احمد شاهه ابداليءَ ۽ افغان بادشاهه تيمور شاهه
جي ڪاهن جو جهڙو قتلام سهڻو پيو. حاڪم شغل شڪار
۽ عياشيءَ ۾ ٻڏا پيا هئا. عام ماڻهو بدحال، ڏڪارن ۽
بيمارين ڪري ڏتڪاريل هئا. مجال آهي جو ڪير
ڪڇي سگهي!

جهڙيءَ طرح راڄنيتي ۽ آرٿڪ ڪيترن ۾، اهڙيءَ
طرح سماجي ڪيتر ۾ به، جيئن جت لڳي پئي هئي.
چوگرد اوچ نيچ، ذات پات، ڇوت ڇات، مذهب نسل،
رسم رواج ۽ ڪٽرپڻي جو پورو پاؤ ڦهليل هو. سماج
۾ ڪٽرپ جي وڏي اهميت هئي. جتي هر دنيا جو
هلائيندڙ خدا يا ايشور ۽ حڪومت جو هلائيندڙ ايشور
جو [illegible] يعني راجا، نواب يا جاگيردار سمجهيو

ويندو هو، اُن ڪٽنب جو هلائيندڙ، انجو وڏو هو،
جنهنکي ٻنهين پاسن تي ايترو ئي اختيار هو، جيترو هڪ
راڄا کي سندس رعيت تي هو. گهر جا ڀاتي گويا سندس
ملڪيت هئا. هنجي آگيا کانسواءِ هو ڪوبه ڪم ڪري
نه سگهندا هئا. ايتري قدر جو ڪٽنب جي ڌيءُ يا
پُٽ جي شادي وڏي جي مرضيءَ ۽ منظوريءَ کانسواءِ
ٿي نه سگهندي هئي. انڪري سڀاوڪ پيار جي آزادي
نه هئي. مائٽن جي مرضيءَ کانسواءِ محبت ڪرڻ معنيٰ
هئي هنجي گهر کي دعوت ڏيڻ.

اُن زماني ۾ ٽيون - مذهب جو ايترو زور هو، جو
حاڪمن کي خود اُنجي اوٽ وٺڻي ٿي پئي. مولوين ۽
پنڊتن جو اثر نه رڳو حڪومت تي هو، پر زندگيءَ جي
هر کيتر - تعليم، تهذيب، قاعدن قانون، انصاف وغيره
تي به هنجو رعب ڇانيل هو. انڪري اُن دؤر ۾
جيڪي به اعتراض يا تقاضائون ڪيون وينديون
هيون، تن کي به مجبور ٿي مذهبي ويس ۾ پيش
ڪرڻو پوندو هو.

دنيا جي اتهاس جو اڀياس ڪندي معلوم ٿو ٿئي
ته وچولي زماني (مڊل ايجز) ۾ نه رڳو هندستان ۾، پر
ٻين ملڪن ۾ به حڪومت ۽ مذهب يا جاگيردارن خلاف
جيڪا وڏي ۾ وڏي هلچل هلي، سا هئي رهسيوادين
(مسٽڪس) يعني صوفين ۽ سنت - ڪوين جي هلچل.

هنن ڪوين جي گهڻي ڪوشش پاهروني طرح نه پر روحاني
۽ آتمڪ ونڪ ۾ رنگيل نظر اچي ٿي، پر پارسيڪي سان
ڀيٽ ۾ سان آهي، عام جنتا جي ڏک درد، تعصبن ۽ تنگدلين
۽ مٿين طبقي جي ڏاڍائيءَ جي تصوير چٽيل نظر اچي ٿي.
هو پاڪدل، ۽ ڏاڪاءَ، مذهبي خارج رسمن رواجن ۽ خيالن
قدرن جي ڪڙي نڪتچيني ٿا ڪن. هو هڪ ايشور
(خدا) جي پوڄا (عبادت) جي سکيا ٿا ڏين. هو گهڻن
اوتارن ۽ پيغمبرن، ديوتائن ۽ فرشتن جا نه پر وحدانيت
يعني هڪ خدا يا ايشور جي هستي جي ويچار جا
حامي آهن. اهو ايشور جو سڄي خلق ۾ وسي ٿو. هو
ايشور کي آڪاس مان لاهي ڌرتيءَ تي ٿا وهارين،
پٿرن پهاڙن، ڪتابن شاسترن، مندرن مسجدن ۽ ورن
اشنانن، روزن ادازن مان سرڳ، اوڳ ۽ جنت جهنم
جي خيالي قلعن جي قيد مان ڪڍي، عام ماڻهن جي
وچ ۾ ٿا وهارين، جتي صدين کان سڪايل، نيچ ۽ ڏچ
سڏايل انسان هنجو مشاهدو ماڻي سگهن ۽ درشن ڪري
سگهن ۽ ڪمس پنهنجا ڏک سور سڻائي سگهن نه ڪي تن
نه سندس "مک. مان نڪتل" عيوضين (پنڊتن ۽ مولوين)
خالق ۽ خلق جي وچ ۾ ڪاهي ڪوڙي ڀتي آهي، ساڳئس
ملڻ لاءِ راهون ۽ واهون بند ڪري ڇڏيون آهن.

هي صوفي ۽ سنت ڪوي هر ڪنهن قسم جي بند پاو
جا دشمن آهن؛ پوءِ چاهي اهو راجنيتي هجي، آرٿڪ

هجي يا سماجڪ هجي. هن وٽ ذات پات جو فرق
ڪونهي، ڪوبه اوچ نيچ، غريب شاهوڪار، راجا رڪ
ڪافر مؤمن، اڇوت برهمڻ ڪونهي، سڀ هڪجهڙا انسان
آهن.

هن ڪوين پنهنجي ڪوتا ۾ ٻولي - پنڊتن ۽ مولوين
جي ڏکي ٻوليءَ بدران عام جنتا جي سليس ۽ سڳنڌمئي،
ٻولي ڪم آندي آهي. هن ڪوتا جي لک ۾ ڏيهي
ڀارت جي جدا جدا ڀاڱن جون ٻوليون لوڪ-ٻوليون
پڙهون.

هندستان ۾ انهن صوفين ۽ سنت ڪوين جي هلچل
١٥ صديءَ جي شروعات ۾ آرنڀ ٿي ۽ ١٩ صدين تائين
هلي. انهن اڳوان هو رامانند (١٤٠٠ع کان ١٤٧٠). هو
جيتوڻيڪ پاڻ برهمڻ ۽ سنسڪرت جو ودوان هو ته به
پنهنجي سکيا ۽ ڪوتا جنتا جي ٻوليءَ هنديءَ ۾ چيائين.
نه رڳو اڇوتن لاءِ هن اوچ نيچ، ذات پات، ڌرم مذهب
جي ڀيد ڀاوَ جي زبردست مخالفت ڪئي. انڪري هنجا
جيڪي به ششيه ٿيا سي جدا جدا جاتين ۽ مذهبن مان
هئا. ڪو ڪوري ڪبير هو ته ڪو ڪسان ڌنو ڀڳت
هو، ڪو چمار سنت روداس هو، ڪو نائي سينا
ڀڳت هو ته ڪو راجا پيپا هو وغيره. رامانند پاڻ جيتوڻيڪ
نرگڻ واڌي (نراڪار ايشور کي مڃيندڙ) ۽ شنڪر آچاريه

شاهه، سچل ۽ ساميءَ جي ڪلام کي، سندن زماني جي حالتن، جنهن مختصر ذڪر مٿي ڪيل آهي، جي روشنيءَ ۾ ڏسبو ته انهي اهميت ۾ اضافو نظر ايندو ته معني جا انوان موتي ٿا ملندا، زندگيءَ جي تنقيد ۽ زماني جي اصلاح نظر ايندي ته سندن لاءِ شڪ ۽ روايت پرستيءَ خلاف بغاوت جي جهلڪ ٿي ملندي. البت ڪٿهن ۾ گهٽ، ڪٿهن ۾ وڌ پر اهي سڀ حقيقتون اسانکي مادي نگاهه سان ئي ڏسڻ ۾ اينديون، جيڪا ئي اسانکي پنهنجي صحيح ورثي کي سمجهڻ ۽ سنڀالڻ ۾ سهائتا ڪري ٿي.

ٽنهي ڪوين جو هڪ مکيه سنيهو آهي انساني ٻڌ ڀاءَ کي مٿانهون جو سنيهو. اهو ٻڌ ڀاءُ جيڪو ڌرم مذهب، ذات پات، اوچ نيچ جي بنياد تي بيٺل آهي. هنن ٽنهي شاعرن اهو سنيهو پنهنجي پنهنجي پيرائي ۾ ڏنو آهي. شاهه لطيف چوي ٿو:

نڪو ڪم ڪفار سين، نڪا مسلماني منجهه،
نڪا دل دوزخ ڏي، نڪي بهشت گهرن،
آيا اهين چون ته پرين ڪجو پانهنجو.

هيءَ هڪ حقيقت ٿي آن مذهبي تنگدلي ۽ تعصب کي پرزا پرزا ڪيو ڇڏي، جنهن هندو مسلمان جي وچ ۾ ديوار کڙي ڪري رکي آهي ۽ عام ماڻهن کي ترقيءَ جي دڙڪن ۽ سرڳ جي سڏن سان ڀلائي ڇڏيو آهي.

شاهه جي انهن باغي بيتن کي اسين خيال ۾ رکندي مرحوم قليچ بيگ پنهنجي ليک "شاهه صاحب عالم" ۾ لکيو ته شاهه "اهڙيون ٻوليون ٻڌايون آهن، جي ظاهري شريعت جي برخلاف آهن ۽ مست صوفين وانگي جيڪر مٿس ڪفر جو الزام اچي سگهي."

ساميءَ هندو مسلم ميلاپ کي خيال ۾ رکي چيو هو:

* ويد، پران، قرآن کو سمجهي ۾ هڪ سوت
* فارسي ۽ هندي سنت چون ته ڳالهه هڪ
* پاوين اناالحق، پاوان ٻولي رام رام
* سمجهي ماڻهو مت ڳالهه کون ته هڪڙي

هڪ هنڌ ته ساميءَ ملن مولوين جي مذهبي ڪٽرپڻي کي ننڊ ڪر هڻندي باغي سر آلاپي ٿو:

"ميخاني مسجد ۾ جامي کو نه فرق"

ساميءَ انهن ڪوتائن ذريعي سينڌي ڌرمن ۽ پنڊتن جي ايڪتا لاءِ زور ڏيندي سهپ ۽ سمجهوتن جو سنديش ڏنو آهي، جيڪو زماني ۾ ته اهم ترين هوئي، پر اڄ به ڪو گهٽ اهميت نٿو رکي.

ليڪن سچل سرمست به مذهبي ڪلفت ۽ ڪٽرپڻي جي جنسي جڙ وڍي ڪاٽي آهي. دل ٻاڏلي چوي ٿو:

* مذهب ملڪ ۾ ماڻهو مونجهايا
* مذهب مون مڃيا، آءٌ مشرب منجهه مدام
* لاشڪ آهيون لامذهب، اسان غرق ٿياسون دريا.

* هندو مومن ناهيان ......

ناهيان مسجد، ناهيان مندرا، اندر ٻاهر نه ٻاهران
ناهيان ڪعبو، ناهيان قبلو، مڪي مول نه جاوان
ناهيان نانڪ، ناهيان اڇوت، گنگا مول نه جاوان
ٻار نه مُلان درس درازي، سچل ناو سڏايان

هي صحيح معنيٰ ۾ سيڪيولرواد (غير - مذهبيت) جو اظهار آهي، جيڪو اڄ کان ٽن سؤن ورهيه اڳي، ان ڏس ۾ سچل اٿاريو. اڄ ته وري هي ٻاغي اظهار ڪـو ڪري جيڪو سچي سنڌ هند جي ٻئي ڪنهن به صوفي يا سنت ڪريو وت ڪونهي.

* ڪلمي مونکي ڪين ڪيو، مورون مسلمان،
تڪي احمد مو ڪلمو عرب کـان ايمان،
سچو سو سبحان، عـالم لـڪي آدمــي.

* ڪلمو پڙهان نه ڪافر ٿيان، ڪهڙان نه الويء ڪوڙ
جاڏي واهه رسول جي، الاڏي ٻاڻان نـ ٻاهر،
* اللهه اللهه جو چوان، ٻاڪ ٿي اللهه جاڪ.

* جان جان طالب مسجد مهر، ڪين ڪران ويرانا
تان تان واهه قلندر واري، ڪين ملي مردانـــا.

سچل مذهب جي ڪٽرپڻي جـي مخالفت سان گڏ هندو مسلمان کي آگاهه ڪيو ته جي ٻاڪ ۾ ساز سلوڪ ۾ نه هليا ته ٻوه ڀيڻا اڳيان ڀوائو. هندي اها ڀيشن گوئي اڄ اکين ڏسي رهيا آهيون.

جنهن لئو لاتي، سي سڀئي سڌ ريا
* ٻڌت کي ٻاڙن، ساميءَ ڪيو سڱرو.
• جاٽ، ورن، ڪل، ڪرم ڏي ساميءَ ڪين ڏسن.

هنن ڪولائن جي آلڪ ٻولي کي لاهي ڏسندا سين ته اسانکي ڪتراڻي معني جا مولي ملندا. انهن ۾ ساميءَ ته رڳو سماجڪ ٻيد ڀاؤ مٽائڻ جو سنهو ڏنو آهي، پر پنهنجي زماني جي حقيقت جو به چٽو چٽو آهي. اِن جن ماڻهن کي هماتاءِ ليچ ۽ ٻيس سمجهي اڇوت جهي ٻگتيءَ کان به وانجهيو ويو هو، اُن جاڳي پنهنجو اهو حق حاصل ڪيو هو؛ سڌ ڪيو ته اڇوت اڳيان به اوچ نيچ جو ٻيد ڀاو ٽٽو هلي. هندر، ساميءَ متنين طبقي مان آيل سنت ڪوئن - ڪبير، ڏاو، روداس، سيما وغيره ڏانهن اشارو ڪيو آهي.

سچل چيو:

نه منهن سڀني، نا منهن شيعا، نه منهن ڏوهه نا ثواب،
ذات سچوءَ دي ڪنهي پڇندئين، نالي الان الاباب.

سچل ذات پاس، اوچ نيچ وغيره جي ٻيد ڀاؤ جي رسمن رواجن کي، ٽوڙي، وهمن جي پانهپ کان ڇوٽڪارو پائڻ جو آواز بلند ٿو ڪري. چوي ٿو:

ٽوڙ رواج ۽ رسمون ساريون، مرد ٿئين مردانو
وهم سچل ڪڍ پانهپ وارو، شملو بڌ شهانو.

شاهه، سچل - ساميءَ اسان ٻيد ڀاؤ ڪي مٽائڻ لاءِ

جواب ڏيندي سچل چيو:

* اڪي قاضي ملان معلم پڙهائيندن
اڪي ته ٽنگي جا ٿاهي رنگ رساله رکيائين

* نه مان ڪڙو ڪڙڪو سجدو، نه ڪڙم زهد عبادت
اڪي مسجد مندر ويٺس، نه ڪڙم ٿوري طاعت
سچل جو اهو اخص سوال، جو ڪڙي عشق عبادت

* مسجد ڇڏي مرشدي محبتان، حاصل ڪيف ڪماسي
ڏوهه ثواب ڪسان آجا ٿو، پوءِ سچل سچ ٿماسي

* عشق باجهان ابتدا سڀ ڪوڙ، سڄو ٿي مقصود
نه ڪوئي دوزخ نه ڪوئي جنت، نه ڪا حور قصور

سچل جي هڪ مشهور لاٽاڻي بيت ٽوڙ ڪافي آهي، جنهن ۾ جواٻو ته پنهنجي ٻڌائي جي ٿاز ڪي ڏسي، مونکان روزو نماز نه وسري ويا آهن. ٿسو مذهبي ظاهر پرستي جي، جنهن ان زماني ۾، انساني زندگي کي گهيري ٻڌائي رکيو هو، ڪيڏي نه ڪل ٿو اڏائي:

ڪڙو مست ٻڌان، سي ڪٿي ناز مونکي
وسريو روزو ناهي، ساد نماز مونکي
شوق شراب پيان، ساز وجد رانو ڏينهان
ڪونهي ورو قاضي ملان جو ڪو لحاظ مونکي
والي واس ڪهاڻي، مئي ڪي جهڪا پيان
اچي ري هو هو پيان، جو لو آواز مونکي
سچل مقصد سارو، ٿو ٿهي وس ٿونهين الله،

ڏس ڪر واز ڌڻيءَ، جو ڪر نياز مونکي.

شاهه، سچل، سامي ۽ ٻين پاڪ ٻانهن ۽ ٻزرگن، ڪروڙن ڪتابن ۾ وڏا پڌرا ڪيا آهن. آئي هنن سڀني انسان ذات جي سڃاڻپ ڏني آهي ۽ اهڙن سڀن انسان جي واکاڻ پڻ ڪئي آهي. ساڳئي وقت هنن ايشور ۽ خدا کي پاڻ لاءِ ڌڻيءَ جي من جي وڪارن- ڪام ڪروڌ لوڀ موهه ۽ اهنڪار کي دٻائڻ تي به زور ڏنو. ليڪن هنن جو ايشور ته هن دنيا جي عام جنتا ۾ وسندڙ آهي جئن چوندا:-

* خلق وسي خالق ۾، خالق منجهه خلق
* ملڪ ڏس مالڪ ۾، مالڪ منجهه ملڪ
* جڳت ڏنو جانيءَ ۾، جانيءَ منجهه جڳت.

(سامي)

خدا ڪس جاءِ نهين ڇپندا،
اَللهه جڳ لوڪ سارا هئه.

(سچل)

جيڏانهن ڪريان پرک، تيڏانهن صاحب سامهون

(شاهه)

اهڙي طرح هي ڪري اسين ڪئه ٿا چئون ته ايشور کي پاڻ لاءِ سڄو وقت هنن جاپ واهي جپيو، پا هن اي پاڙي ويهي رهو ۽ ٻڌڻجا وڪار ۽ پاڪي ڪوه ڪرم ا، ڪرائو. هنن ان ڳالهه تي زور ڏنو آهي ته انسان کي

مرسدي جي ارمت ڪسرت ٿي اعانت هٿڻ لاءِ، جڻ ساڳو
کي ڪوزي ۾ سمايو آهي.
سچل نه ٻانگ چيو:

نه مان حاڪم، نه مان ظالم، آهيان اُن جو اُمر

ساڳي جهڙو ٻانڀڻ هڪ ڏ لوان سمت ۽ واپاريءَ جو
ٻٽ هو، تنهن کي مايا (پٽسي) ۽ آهي مرادن جـي
افعالن جو اوائهو اُپڙ نو ڏسجي، جو هن ٻنهجن ڪولائن
۾، مايا کي جنسي حرف ٻڌيا آهن. چي، مايا نانگڻي،
مٺهن ڪاري، ڏندري، ڏاوالي، ڏائڻ، ٻلا آهي. چوڻو:

ڏايي ڏيوالي مايا ڏائڻ ڏندري
ساڳي ڪيو جنهن سڀ کي ڪرڻ ڪنگالي.

اهڙن انسانن، جن مايا سان ٻنهجا مڪل پرپا آهن ۽
ٻين کي اُنجو فائدو نٿا ڏين، تنهن کي ساڳي اڄهو هيٺين
نو ياد ڪري:

هڪ ڪٺو نه ڏنو ٻانڀڻ، ٻئي کي ٻيڪہ وجهي ٻاٽي
مايا تنهن مورک جـي آهي اجائـي
سو وڏو پاپي پترو، جنهنکي اهڙي عادت آئي

تنهي ڪرڻ، جتي شاهرڪار ۽ مايا جي مرادن لي
ملامت مڙهي آهي، اُتي هُن غريبن ۽ مسڪينن لاءِ قرب
جو اظهار ڪيو آهي. شاهه جي شعر ۾ نه اُن اظهار جي
جنسي ٻلنان ٻلت لڳي پيئي آهـي. هن هارين نارين،
پورهارن ۽ سنگهارن ۽ اُنهنجي "ذٽ ڏهاڙي سوڙا"

جوڙ آسانجا جوڙيندڙ ڌارين لفظن ڌارين.

شاهه، سچل ۽ سامي، جنهن ڪوتا جي وشه، (موضوع)
جي لفاظ کان پنهنجي زماني جو سنڌ (جيڪو اسلاميت
جو سنڌ هو) اوتاريو، اُتي هو ڪوتا جي روپ جي وچار
کان گهڻا الفاظ پوري ڪرڻ ۾ اسين پنهنجي نه پيا. اُن
زماني ۾ سنڌي ٻولي اڃا ڄڻ ٻاروتڻ ۾ هئي، جنهنڪري
هن اصطلاحن ۽ محاورن سان ڀرپور نئين سنڌيءَ واريءَ
ڪوتا سان جوڙڻ ڏکيو. هن شاعرن پنهنجا صوفي ۽
ويدانتي اُوچا وچار نه سليس سنڌيءَ ۾ پيش ڪيا،
جيتوڻيڪ اُن زماني ۾ ڌرمي شاسترن ۽ مذهبي ڪتابن
جون ٻوليون هيون فارسي، عربي ۽ سنسڪرت. ساڳئي
وقت هنن ضرورت آهر، فارسي، عربي ۽ سنسڪرت
جون لفظن ۽ الفاظ ڪم آندا، جيڪو ڏيکاري ٿو
ته هو هر لفاظ کان تعصب کان مٿي هئا.

هنن ٺهي جو شعر (سواءِ سچل جي اردو ۽ فارسي
شعرن جي) اڪثر ڪري گيت ۽ سنگيت جي لئه لي
ٻڌل آهي، جنهنڪري اهو مترنم سان ٺمٺاو آهي. هنن
جي اڪثر ڪوتا، بيت، وائي ۽ ڪافيءَ ذريعي پيش
ڪيل آهي، جيڪي ڏيهي صنفون آهن.

هي سڀ ڏيکاري ٿو ته هنن کي سنڌيت لاءِ ڪيڏي
نه اڻاهه سڪ هئي، جنهنجي اڄ به سخت ضرورت آهي
۽ جيڪا اڄ اسان ۾ گهٽجي ويئي آهي.

("سنڌي ساهت" تان)

## پروفيسر ڪليان آڏواڻي

# شاهه ۽ سنڌي

شاهه جي رسالي مان اُن سنڌي ٻوليءَ جي ٻي اظهار وسعت ۽ شاهوڪاريءَ جي پوري پروڙ پئي پوي. جن صاحبن کي زبان دانيءَ جو شوق ۽ تفحص (کوجنا) جو ذوق آهي، تن لاءِ شاهه هڪ ڪامل رهنما آهي. سنڌي ٻوليءَ جي اصل نسل، لوڙهي، مٿس پيل اثرن جو سماءُ شاهه صاحب جي ڪلام مان آئيني مثل ٿو ملي. صديون گذري وينديون، ته به شاهه جي برڪت سان، سنڌي ٻوليءَ جو زيب ۽ حسن لازوال رهندو.

رسالي جو ڪهڙو به ورق ورائبو ته اُن ۾ لفظن ۽ اصطلاحن جو هڪ عجيب ۽ اٿاهه ذخيرو موجود نظر ايندو. ملاحن جو ذڪر هجي يا جوهرين جو، جنگ جو ميدان هجي يا قيد جو، ٻگهارن جو وستار هجي يا جوڳين جو، ته سندس همدلي (سرو گمان) جي خزاني مان، سخن جي هيرن، ياقوتن ۽ فيروزن جي، سالوڪ جي مينهن مثل، وسڪار ٿيندي ڏسبي. دنيا جي اَدب ۾ جيڪي به وڏا معجزا آهن، تن مان شاهه جو رسالو هڪ آهي.

سنڌي زبان جي وصفن ۽ خوبين کان ناآشنا (ناواقف)
آهن. شاهه صاحب جو گرو رومي ٿو فرمائي:

هندوان را اصطلاح هند مدح - سنڌيان را اصطلاح
سنڌ مدح يعني هندي ماڻهن کي هندي ٻولي آهي
۽ سنڌين کي سنڌي. هن نئين دؤر ۾ اسان جي قوم ۾
کي اهڙا به ٻيڪ انسان پيا آهن، جي سنڌي پڙهڻ ۽
ڳالهائڻ کي عيب، ۽ هندي ۽ انگريزي کي گفتگو جو
زيب سمجهندا آهن. اُنهن ٻنهي جي ٻاروي زبان کي
"زنده در گور" (جيئري قبر ۾) ڪري ڇڏيو آهي.
هڙي قسم جي ذهنيت روي زمين تي ڪنهن به قوم
۾ نظر نه ٿي اچي.

ههڙا هاڃا ٿين ٻاري ڪن ٻيڙن ۾

شاهه جي رسالي جو اڀياس نه صرف ٻولي جي
الفاظ کان لازم آهي، بلڪ اسلاميت جي گڻن ۽ وصفن کي
زنده رکڻ لاءِ به. زندگي جا جيڪي به اعليٰ قدر
آهن، سي سڀ شاهه اسان کي ذهن نشين ٿو ڪرائي،
اها نهايت حيرت ۽ حسرت ۾ وجهندڙ حقيقت آهي،
جو سنڌ ۽ سنڌي ٻولي کي وساري ڇڏڻ جون فرمائشون
به اسان جي قوم جي ڪن سرڪردن وٽان ٿي جاري ٿيون
آهن. هڪ طرف الفصح (ڪوڙنا) جي اهميت تي زور
آهي، ٻئي طرف ٻولي کي ترڪ ڪرڻ جون مصلحتون
آهن. قوم جي رهنمائي هيڏي وڇي سڀڪان جي حوالي
ٿي آهي. سنڌين جي ڦڙني بيماريءَ جو حل، ۽ سچي

شاهه جي هنن بيتن جهڙا ڪيئي بيت آهن، جن لاءِ ديوناگريءَ جو پهراءُ، هڪ غير فطري لباس ٿي پوندو.

مُلا جن محراب، جسو جامع سِن جهو،
قبلي نماءِ قلب ڪري، ان کي ڪيائون طوف،
تحقيق جي تڪبير هڻي، جسمان ڪيائون جواب،
ان کهڙو ڏوهه حساب، جن هنڌڙي هادي حل ٿيو.

ساميءَ جا سلوڪ لوڙي رسالي جو انتخاب ديوناگريءَ ۾ شايع ٿيا آهن، پر گهڻن سنڌي سڌورن ۽ ڀائرن ڪنهن انهن مان فيض ورتو آهي، تنهن جو علم اسان کي نه آهي.

اسان جي ايندڙ نسل کي جنهن صورت ۾ ديوناگري رسم الخط (لپي) اڳيئي اچي ٿي ۽ باقي اڃا ڪي موجوده آئيويتا جي علم کان محروم رکي، ڇو نه سنڌيءَ جي سرچشمي مان سرڪڻ پيٽ کان ڇڪايو وڃي؟ افسوس جو ڪيترن معصومن کي نه اها به آزادگي حاصل نه آهي جو جنهن ۾ لپيءَ ۾ وڃن، تنهن ۾ تعليم پرائي سگهن. درسي ڪتاب، ادب ۽ افسانا ۽ درڪار، موجوده ڪنهن سنڌي اخبار يا مخزن پڙهڻ کان به سڪيا پيا آهن. انهيءَ تنگدليءَ مان سنڌين ذهن ۾ ڪهڙو اضافو ايندو، سا هڪ اهڙي معما (ڳجهارت) آهي، جا ڪنهن جي به فهم ۾ نه ٿي اچي. هيڏي لاپرواهي ۽ بي رخي نه پڄي، نه سهي. پر "آدرش وادن" اڳيان حقيقت پيش

# شاهه جو سنڌين لاءِ سنيهو

منهنجي سمجهه موجب شاهه صاحب جي ڪلام ۾
سنڌين لاءِ ڪي خاص پيغام ۽ سبق ذيل آهن: جي اُنهن
جي پوري کوجنا ڪجي ته اهي اڄ ڪلهه جي ڪٺن
سياسي مسئلن جي حل لاءِ سنڌين جي رهبري ڪري
سگهندا. شاهه صاحب جي ڪلام مان جي پيغام اُڪري
سگهن ٿا اُن مان هيٺيان آهن:-

## (ا) حب الوطني

شاهه صاحب جي ڪلام ۾ حب الوطني کي خاص جڳهه
آهي. هن جي ڪلام جو اثر اهو ته سچو (ديسي)
۽ سالڪ (وطن) کي ان غيرت کان وسري سگهندا.
مارئي جو سڄو سر انهي جذبات ۽ خيالات سان ڀريو پيو
آهي. شاهه صاحب حب الوطني کي ايمان جو جزو ۽
مذهب جو بنياد ٿو سمجهي.

شاهه صاحب جي زماني ۽ موجوده وقت جي حڪم
جي سياسي پاليسي گهڻو ڪري ساڳي آهي. هو به اسلام
۽ شريعت جو نالو وٺي، ڪتا ڌارڻ، شڪار ڪرڻ،
ملڪي خزاني جو گهڻو حصو ذاتي عياشين ۾ خرچ ڪرڻ

۽ پنهنجي طاقت کي برقرار رکڻ لاءِ خرچ ڪندا هئا ۽
سندن قول ۽ عمل يڪسان نه هوا. هي نه ڪم و بيش
ساڳي وقتي اي هلي رهيا آهن.

انهن ڏينهن ۾ به اسلامي برادريءَ جي ڀائي ۾ عوام
کي آزاد راءِ ۽ خيالن کان محروم رکيو ويندو هو. هن
وقت به ساڳي حالت آهي. انهيڪري شاهه صاحب
جو چئو "سر ماري" انهيءَ مضمون لي صرف ڪرڻ
بغير ڪنهن مطلب جي نه آهي.

مسلمانن ۾ قديم وقت کان ان خيالن جا حامي به
رهيا آهن. هڪڙا وطن جي محبت جي بنياد تي انسان
ذات جي ترقيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ جي راءِ جا ٿي
رهيا آهن نه ته مسلمانن کي هڪ جدا گروه بنائي انهن
کي انسان ذات جي رهبري ڪرائڻ جا طرفدار به رهيا
آهن. بنهي خيالن جي طرفدارن کي پنهنجا دليل آهن.
شاهه صاحب پهرين خيالن جو هو. جنهن ڪري کي حب
الوطني کي ساراهيو اٿس. موجوده وقت جي زبان ۾
انهيءَ بنهي نظرين کي نيشلزم ۽ پين اسلامزم سڏي
سگهجي ٿو.

شاهه صاحب نيشلزم جو حامي هو. نيشلزم ۽ حب
الوطني ساڳي شيءِ آهن. اهو صاف سمجهڻ گهرجي ته
جيڪي سنڌي شاهه صاحب جا به مداح آهن ۽ ڊاڪٽر
اقبال جا به پرستار ٿيڻ گهرن ٿا تن کي ته بنهي جي

خيالات جو مقصد سمجهڻو نه آهي يا ڄاڻي واڻي انهن
کي ٽارڻ. مطلب ته شاهه صاحب جو اهڙين الفاظن سنڌ جي
سياسي، اقتصادي، ذهني آزادي ۽ ترقي جي مقصد
سان محبت رکڻ آهي ۽ حب الوطني جي صحيح
معنيٰ به اهائي ٿي سگهي ٿي.

## (٢) پاڻ سڃاڻڻ

شاهه صاحب جي ڪلام ۾ پاڻ سڃاڻڻ تي به گهڻو
زور ڏنل آهي. اڪثري معنيٰ ڪندڙ پاڻ سڃاڻڻ مان
صرف روحاني ۽ صوفيانو مطلب ڪڍندا آهن ته "تو ۾
تنهنجو معشوق يا محبوب ڇپيل آهي، ٻاهر ڳولڻ بيسود
آهي: "ڳالهي اڳ اهارڻ" "اندر اجارڻ" سان ان کي
ڏسي سگهندين. شاهه صاحب چوي ٿو:-

"وڃين ڇو وڻڪار، همت ته ڳولين هوت کي
اکر ڪهڻ لطيف چئي، ٻارو ڇو اي ٻار
ٿي سڀ پاڻ سندو رو، پرين لڌهو سڄڻ ٻار
ڳالهي اڳ اهار، ته تو ۾ دلرو دوست جو."

ان جي هيءَ به معنيٰ ٿي سگهي ٿي ته پاڻ يا ذاتان
جي ڏرين ڇو وڃي رلين ٿو، هوت (مقصد) تنهنجي
همت ۾ آهي، رڳو همت جي درڪار آهي ته پاڻ وٽان
ٿي همت اچي ويندي.

پنهنجو قومي نالو، نشان، اصل، نسل ۽ قديم روايت
جي واقفيت، قدر ۽ قيمت سڀ پاڻ سڃاڻڻ جي معنيٰ

۾ اچي وڃن ٿا. دنيا ۾ انسان ڪنهن خاص مقصد لاءِ
پيدا ٿيل آهي ۽ ان کي خاص فرض پورا ڪرڻا آهن،
انهي مقصد مراد ۽ فرض ادائي لاءِ هر هڪ ماڻهوءَ ۽ قوم
کي پنهنجو پارٽ ادا ڪرڻو آهي.

اهڙيءَ طرح سان سنڌين لاءِ به مقصد هوندو ۽ انهي
جي سڃاڻپ ۾ ئي سنڌين جي پاڻ سڃاڻڻ جو راز لڪل
آهي. سنڌين جو مقصد اهو آهي ته جڏهن اقوام عالم
کي پنهنجي "ڪثرت سٿ" جي ٻوڪ لاءِ صراف عام
وقت سرائي جي سامهون سڏ ڪندو ۽ ڏهين انهن کي
ڪجهه هجي جو ڏيکاري سگهون ۽ شرم کان ڪنڌ هيٺ
نه ڪرڻو پوي.

اهو سڃاڻڻ تڏهن حاصل ٿي سگهندي جڏهن هر هڪ
سنڌ جو رهاڪو پنهنجي شخصي ۽ طبقاتي نفع کي قوم
جي گڏيل مفاد لاءِ قربان ڪري سگهندو، پاڻ سڃاڻڻ ۾
شخص جي فنا آهي ۽ قوم لاءِ بقا آهي. قوم جي نفعي
لاءِ پاڻ کي ماري پيا فنا ڪري هڪ قطري کي قومي
قلزم ۾ فنا ڪرڻ، پاڻ سڃاڻڻ جو بنيادي حق آهي.
شاهه صاحب فرمائي ٿو ته:-

"مر ته مڙوچاري ٿيئن، ويلي جيءَ ۾ جيءَ
مٺ پورا ٿوءَ، پهچندءِ پنهونءَ کي"

شاهه صاحب جو سمورو ڪلام غور سان پڙهڻ ڏسبو
ته مقصد، محبوب، منزل، ماڳ وغيره کي پهچڻ لاءِ

ذڪر ۽ ذاڪرن، ڪشالن ۽ مصيبتن جو سهڻ ۽ برداشت ڪرڻ ضروري امر آهي. گهر ويٺي، بنا محنت ۽ تڪليف جي ان درجي تي پهچڻ ڪوڙيون سڏون آهن.

## (٣) بي خوفي ۽ همت

شاهه صاحب جو سنڌين لاءِ ٻيو پيغام همت ڌارڻ جو آهي. جڏهن ماڻهو يا قوم کي خوف جي بيماري وٺي ويل هوندي سي نه آزاد ٿي سگهندا ۽ نه ترقي ڪري سگهندا. جتي ايمان آهي اتي خوف نه آهي. جتي خوف آهي اتي ايمان نه هوندو. مومن ايمان کان سواءِ ٿي نه سگهندو. بزدلي، جهالت، احساس ڪمتري ۽ بي اتفاقي ڪري خوف پيدا ٿئي ٿو.

جڏهن کي خود مطلب مڪاني حاڪم عوام کي ڪمزور ۽ بزدل بنائي پنهنجو شخصي اقتدار قائم رکڻ گهرندا آهن ته پيا وري خود مطلبي ۽ خانه جنگيءَ جو فائدو وٺي ساري قوم کي غلام بنائي ڇڏين ٿا. مقصد ان راند وانگر سولو ڪم نه آهي جا ٻار کيڏيندا آهن. همت لاءِ سڀني انڌي جي پاند ۾ اڳتي اڳ ڪرڻي آهي.

دهمت جا درياهه لنگهڻا آهن. جت لهر لهرين لس ليٽ هوندا آهن ۽ جن درياهن جو سنڌو سمنڊ ڪونه هوندو آهي اتي سڀئي ٻيڙا سمنڊ ۾ هيٺ هلڻا ويندا آهن، جن مان ڪرڙو به پيدا نه ٿيندو آهي، جتي ڪڙ جا سٽڪا سيپار ۽ هيبت ناڪ وانگر هزار هوندا آهن، اتي اڳ

ٿاون کي صرف ساهڙ جي صلاح پار لنگهائي سگهي ٿي،
جا ٻول آهي ته:-

”جِتان وهـــي ٽَنان واٽ، ڪَر ٻيڙين ڪوڙيون
جن کي سڪ ساهڙ جي، سي گهڙن نه ٻيڙين گهاٽ
جن کي عشق جي اساٽ، سي واهڙ پاڻهين وڃي.“

شاهه صاحب سنڌين ۾ جهالت، احساس ڪمتري،
نااتفاقي ۽ سستي ڏٺي ۽ انهن جملي مرضن لاءِ هڪ
واحد علاج همت ۽ بهادري جو ڏسيائين.

(۴) قرباني

سنڌين لاءِ چوٿون سبق شاهه صاحب ڏنو آهي اهو
قوم ۽ ملڪ جي آزاديءَ ۽ ترقيءَ جي رستي ۾ هر هڪ
سنڌيءَ کي پنهنجي شخصي ۽ طبقاتي مفاد کي قربان
ڪري عوام جو ڀلو گهرڻ جو آهي. ڪابه قوم يا ملڪ
ترقي ڪري نه سگهندو جنهن جي افراد ۾ قربانيءَ جو
مادو نه هوندو آهي.

شاهه صاحب فرمائي ٿو ته:-

”تون جي ڪاهه مٿي، ته ڪاهه ٿي گڏين ٻارن کي
ڪڏهن ڪا سٿي، ته ڪا سڪوي گڏين سپٽڻن“

شاهه صاحب چوي ٿو ته اِهي فدائي اَنقوم جي
درجي کي پهچڻ لاءِ سر جي سٽ ڏيڻي پوي ٿي. ڪاش
سنڌاون خبرون ٻڌڻ کان پوءِ ڏسو، جي پنهنجي
ديءَ کي آڏيو آئـــ ۾ ملائين، هو ٻيڙو مڃ اي مڙن

"سوري آهي سينگار، اصل عاشقن جو
مرڻ، مونسن مهڙ، تيا نظاري نروار
ڪسڻ جو اقرار، اصل عاشقن جو"

وري چوي ٿو ته هڪ ان عاشق ٿيڻ مان ملڪ ؛ ڏور جو ڪو نڪارو نه ٿيڻ وارو آهي الي ته ڪهڙي ڪوڙاون عاشق جون پيدا ٿيڻ ضروري آهن جاڪاڻ ته ڪلالڪي گهر ڪسڻ جو ڪوپ پيو وهي، الي ويڻ، چيرڻ، چچرڻ، انهن جي پيس ۽ ٻر ڻي ولهي آهي ؟ عاشقن کي وري مرڻ ۾ مشاهدو پيو ٿئي.

(۵) ستاين جي سنگت ۽ حمايت

شاه صاحب جا مٿي ذڪر ڪيل پيغام رواجي طرح نه هو سمنديءَ لاءِ آهن، پر ڪيس خبر هئي ته انهن ڳالهين تي عمل ڪرڻ اوکو آهي ۽ انهن ذريعن جي وسيلي قومي آزاديءَ ۽ ترقيءَ جي مقصد کي پهچڻ جو پند اڻانگو آهي.

جيئن ماري پر ۽ لڪائڻ وارا ٿر سڄڻ ٿا، الي جبل جلدالي ڪري ٽڪ جو ڪاٺ ڏيکارن ٿا، ڪکرا ڪوسا اهن ٿا ۽ رڻ لٽو راڙ آهي، جو راڄي جبل جو سفر ستاٽو آهي، وٽڪار جي ڏڏن وٽن ۾ ايلا الانگ وهن ٿا، جت ڪڙم قبيلا سانگ لڪا ڏين، الي سپ ڪا سڌ ڪانه ڪندي، صرف جن جو الله ۽ اڪ هولدو سيڻي ڏولڪو ڏوري سگهندا ون، انهيءَ ڪري، سندس خطاب

"سکهن سان نه سور جي، نه ڪهاڻي ڪيئن ڪهاران
بنگل ٻاسوٽ لئي، وايوڙال نه، واڍن
ٽيو ۾ ٽڄن ٽارانءِ لاءِ، هي هنجون هاريون
سڄڻ جي سارڻ، ٿن روئو وهامي رات ڙي"

هو مهان وطن کي صلاح ٿو ڏئي نه جهوپڙن ۽
ڪکائن مڪان، ٿون ۽ ٻرن، جهان ۽ اسپتالن وغيره جان
اي جي دکي حيالي گذاري رهيا آهن ٿن جي خبر لهڻ
انهن جا دک ۽ سور ٻڌن، انهن جا مسئلا سمجهن، ملڪ
مان بک، اگهاڙپ، بيماري ۽ مصيبت ڪيڻ لاءِ وٿون ۽
مشورا ڪن. بوء ٿي هو سچا خادم سڏائڻ جا حقدار ٿي
سگهندا، جوي ٿو ته:-

"رهي اڄجي رات ڙي، ٿن وايوڙن وٿان
جن کي سور سرٻو ۾، ڪهت مجهاران ڪهاءَ
لڪائي لوڪان، ٻاٽهن ٻڌن ٻٽيون"

اٿوقت ان زماني جي صاحب اقتدار طبقي جي ماڻهن
(جن ملڪ ۽ قوم جي ليڊري جي واڳ، ٻيهجي حوالي
ڪٽي ڪئي هئي ۽ ٻاوجود وڏن دعوائن جي ملڪ ۽
طبقاتي مفاد لاءِ مسڪينن، بي علم، مظلوم ۽ ڪس م ٻرس
حالت ۾ رکيو ويندا هئا) جي حالت کي ڏسي انهي
طبقي مان قطعا نا اميد ٿيو هو ۽ ظاهر ڪيائين ته:-

"ڪنهس ڪرائين، ٿن طبيب اهي ڪڏهن
ڏٻي ڏنپ ڏڌن، ٻاٽا ڏٻل ڏکوئيو."

هو ساڳيءَ طرح متعصب، تنگ نظر، خود مطلب ۽
دنيا خاطر دين وڃائيندڙ ملن ۽ مولوين مان نه راضي ته
هو هن کي خبر هئي ته:-

"ٻڌهو ٿا ٻڌهن، ڪڍهن ڪين قلوب ۾
پاٺان ڏوهه چڙهن، جيئن ورق واوان وٽوا"

ملڪ ۽ قوم جي خادم ٿيڻ لاءِ هو ڪي شرط ٿو
مقرر ڪري، جيڪي انهن پيشوائن ۽ هلندا سي ئي ان ڪم
لاءِ لائق ٿي سگهندا چوي ٿو ته:-

"سڀ اڳڀون ٿي نڪرو، لالچ ڇڏي لوڀ
سپرين جي سرپ، نعلون ڪندي نه اٿي"

جن ماڻهن ۾ اهي ڳالهيون موجود نه آهن ۽ مستقبل
جي حال ۽ عوامي فائدي تي شخصي فائدو مٿانهون لاءِ
تيار آهن ۽ قوم جي مجموعي نفع کي پنهنجي طبقاتي
مفاد تي قربان ڪن ٿا ان لاءِ چوي ٿو ته:-

"وصل انهن وڃائيو، سيد سڀئي سڄڻن
سا اوتي ايلاءِ جيئن، مٺيو جهڻن مت ڪيو"

هن سيد جي صاحب- اقتدار طبقي جي خاصين جي
باوجود سندس عوام مان اميد ڪانه لاٿي هئي ۽ انهن
مصيبت زده، سڻايل، غريب ۽ جاهل ماڻهن کي دلداري
ڏيئي هن طرح مخاطب ٿئي ٿو:-

"ڏکي ڏک مٿي ڪر، ون ٿو پور پٺي
گڏيئي ڏاهي، سوڻ پور ڏ پيدء خبرون"

وري چوي ٿو ته:-

”ٻهڙي ٻنڌ ٻهار، سوراٽي سنڌرو
ڏونگر لوهان ڌار، ڪانه ڏورانڌي ڏکڙيون“

شاهه لطيف ۾ مصيبتن سان عادي ٿيڻ ضروري ٿو سمجهي. ڇاڪاڻ ته جيستن ماڻهو انهي جو عادي ۽ هيراڪ نه ٿو آهي ان وقت تائين هو ڪنهن به بلند خيال ۽ اعليٰ مقام وارو ڪم پورو نه ٿي سگهندو، تنهن ڪري چوي ٿو ته:-

”سو سڪن ڏيئي، ورهه وهام هڪڙو
مون کي تنهن ادائي، پر ڏيکارو پرينءَ جو“

سورن جا هيراڪ ٿيڻ بعد ملڪ جي خادمن جو جيڪو حال ٿئي ٿو، شاهه، انهيءَ جي هيٺان اهڃاڻ ٿو ڏئي:-

”ڏکوين اهڃاڻ، ڪلهي ڦاٽو ڪنجرو
وڃن گوندر ڳڏيون، لوڪ نه آڇن پاڻ
سورن آسان ساڻ، اندائي انهن ڪيو.“

# سچل سنڌي

## سچل ۽ سنڌيت

سنڌ چوڏي آڪاسن، واٽي پوُر جي پر واري ڏ وازن
ڏ ورگاهه ۾، سنڌ ۾ چوڏي آڪاسون ۽ پر ڏوازن جي وڄ،
سچل سائينءَ جو ڪلام، جنهن اهڙن اي اها چوڙن سميت،
پاڪستان هت آندو اٿون ۽ هت آڻي، ساهه سان سانڍيندا
اچون، صدق سان سڻيندا اچون. ڏيڍ ان صدان جو
ڪهڙو اهو ڪلام، پر اڄ ۾. اهو ڪهڙو ڪلام آهي موج
سان پڙهون ۽ موج سان ٻڌون. چو ڪهن موج اپندي سون؟
سچل جا سمورا عقيدا اسلامي سنڌي سڀيتا جا اُپرس
آهن، پرماڻ آهن. سچل جهڙن ڪاملن جي ڪلام ذريعي،
ڪمالن ڪان اهو روحاني ورثو پلئه پوندو اچيئون ٿا
سرشتيءَ جا سڀ جهنڊا، اُن ۾ جي هڪڙوئي پر اُن
پسون ٿا پاڪ ۽ پرانن وچان ويچور لي ڪيڏي چڱو ٿون.

سچل پرابر سچو مسلمان هو، پر نرمٽ پڻ ڪٽر سنڌي
هو. انهڪري ئي پنهنجي شعر ذريعي ، هڙا ويچار
پرگهٽ ڪيائين :-

١- جپ صاحب جو جپ، ٿا گرنٿي! گر ملئي

ڦريائين ڪپ سان، ڪلفت انهو ڪپ
واسطي لوڙي ڇپ، سچل! سائينءَ سڱرو.

٣- مها ڏاڍو ڏکن ۾ ٿو، پوڄاري ان پرک،
اَنتي پهر اندر ٿو، ليڪن ليک اَلک،
وڪي ويٺا راز لي، ڪافري سي شڪ،
ڇهان ماوي ڄڪ، هوُ پوڄا ۾ پر لڀا،

پر جي سچل پنهنجي ڪلام اندر صرف الهيءَ نموني جا ويچار سمائي بس ڪري ها ته نه سگهرو سنڌجي ها نه سرمست ۽ اها پدوي ڪين حاصل ٿئيس ها جا اڄ هو پنهنجي اوائي ويچار ڌارا ڌرتيءَ ماڻي رهيو آهي. جنهن وقت، پنڊت پرهمڻ "تون ڪوڙي ۾!" ۽ مولوي ملا، "مذهب خطري ۾!" - اهڙا نعرا هڻي ڏنهن ڏڪائي رهيا هئا، انهن وقت، ٻائي ۽ پرانن وڇان ويچو ڪيئي، خود ۽ خدا جو فرق ميٽي، هيءُ شهباز مست ڏيئي اوچ اُڏاڻو ۽ پنهنجي پلنديءَ ٽان آلاپ لڳو: "آءٌ خدا آهيان"

١- "من خدايم"، موج ۾ سچل ٻار آلاپيو.

٢- سچوَ هماوا نام تهين، نام هماوا پاڪ هي!

٣- آهيان آءٌ اسرار، جمڻ پرن! مولڪي ڪير پائيندو تون؟
آنهو صدق يقين سان، اڌون ڙي! اعتبار،
اوُ ري ناوي ناهيان، آهيان رب ستار!

هڙيءَ پلنديءَ ۽ ٻي ٻٿائيءَ ۾، هڙي اوچ ۽ اڏام ۾، ڪهڙو شاعر سچل سان برابري سگهندو؟

سترهين ۽ ارڙهين صديءَ ۾ اُتي جي اُردوءَ مثنوين ۽ اهڙين ٻين ڪتابن، "ڦمن سرن"، "ڦلن سرن" وغيره ڪتب آندل آهن. هڪ اُردو اديب ڄاڻي نصيرالدين هاشميءَ پنهنجي ڪتاب "دکن ميں اُردو" مثنوين، اُن زماني جي دکني اُردوءَ جون ڪيتريون خاصيتون ڏنيون، ڪيون آهن، جن جي مدنظر چئي سگهجي ٿو ته سچل جي اُردو ساڳئي دور جي دکني اُردوءَ مثل آهي.

هي دلچسپ حقيقت هيءَ آهي ته سچل جي ڪن اُردو غزلن مان، واڱڻ جي ڳالهه سان گڏ، "وانگو" لفظ نڪل آهي. هو ڏانهن، دکن طرف، اوائل ۾ اُردوءَ کي چوندا هئا "ريختو"، يعني ڳنڍيل ٻولي. ساڳئي دور ۾، دکني اُردوءَ ۾ جو ڳائل غزل کي به چوندا هئا "ريختي". ته پوءِ پڌرو آهي ته دکن طرف جو ڇاپ سچل جي ڪلام تي ڇڳو ٿي پيل آهي، جنهن سبب چئي سگهجي ٿو ته "ڪافي" لفظ به سچل جي زماني ۾ دکن طرفان سنگيت رستي اچي سنڌ ۾ رسيو هوندو. هن باري ۾ ابهاس ۽ کوجنا جو ضرور آهي.

## سچل ۽ سرائڪي شعر

سچل جو پنجابي ۽ سرائڪي ڪلام ٻوليءَ اسوڙي رچنا جي مدنظر، اعليٰ درجي جو آهي. ڪهڙو نه مٺاس لطف ۽ مزاج آهي!

١- سوهڻي دي مکهه سوهڻي سڄهين، واه عجب چٽائي،

قطري اُور ستاري چمڪن، لال سرخي دي لالي،

## ڊاڪٽر ايڇ - ٽي - سورلي

# شاه لطيف جي عظمت

"شاه عبداللطيف آف ڀٽ" جي نامور انگريزي ليکڪ ڊاڪٽر ٽي - ايڇ - سورلي، [illegible] ۾ "موسيٰ پيراواگنس Musa Peravagans" نالي هڪ ڪتاب انگريزي ٻوليءَ ۾ ڇپايو آهي جنهن ۾ دنيا جي ستن مکيه ٻولين - يوناني، لاطيني، فرينچ، انگلش، عربي، اردو ۽ سنڌيءَ جي مشهور "غنائي" (گيت ڪاويه) شاعرن جو چونڊ ڪلام ڏنو آهي. انهيءَ چونڊ ۾، ڀٽائيءَ جو ڪلام پڻ پيش ڪيو ويو آهي. ڀٽائيءَ جو ڪلام پيش ڪندي نامور ليکڪ جيڪو تعارفي نوٽ لکيو آهي انهن جو اختصار پڙهندڙن اڳيان پيش ڪجي ٿو.

---

شاه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي زندگي، ڪلام ۽ پيغام جو مفصل ذڪر، مون پنهنجي ڪتاب "شاه عبداللطيف آف ڀٽ" ۾ ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ اهڙي گنجائش نه آهي جو ارڙهين صديءَ جي، هن عظيم شاعر جي شاعراڻين خوبين تي تفصيلي تبصرو ڪجي.

شاه صوفي طريقي جو هڪ فطري شاعر آهي. هن اسلامي تصوف کي پنهنجي شاعريءَ جو مکيه موضوع

پهچايو آهي ، ان ڪري شاهه جي پيغام کي اوسٽائين ٻوليءَ ڀت سمجهي نه سگهيو، جيستائين اسلامي تصرف ٻاهرين ڪجهه چاڪ حاصل نه ڪئي ويئي آهي . مون "شاهه عبداللطيف آف ڀٽ" جي انتساب ۾ ( جو سنڌ جو باشندن ڏانهن ڪيل آهي) شاهه جي شاعرائين خوبين جو ذڪر ڪندي لکيو آهي :

"No might is here of Rumi's verse.
No Jami's Soul - wrapt music swings.
No high - tuned note of Hafiz's wit
Within your humble minstrel song.
And yet ! strange paradox it be
That not less searching is the calm
The Simple music of his lays
Than wise deep utterance of Islam"

شاهه ۱۷۵۲ع ۾ وفات ڪئي . انهيءَ موجب کيس وفات ڪئي اٽڪل ٻه سو سال ٿيا، ٻه صديون ۽ سال هن زندهه جاويد شاعر جي يادگيريءَ کي مٽائي ۽ گهٽائي نه سگهيا آهن . شاهه اڄ به سنڌين جي دلين ۾ ائين ئي موجود آهي، جيئن ٻه سؤ سال اڳ هو، پنهنجي جسماني وجود سان ڀٽ تي پنهنجن مريدن ۽ معتقدن جي دل ۽ دماغ تي ڇانيل هو. شاهه جا شعر اڄ به هر انسان جي دل ۾ پيار ۽ پرت جي پاڪيزه امنگن کي جنم ڏين ٿا. ڪنهن جاءِ تي شاهه جي شاعرائين خوبين تي

تصور ڪندي لکيو اٿم ”سنڌ ۾ شاهه جي شاعري
کي اهڙو مٿاهون مقام حاصل آهي جو عوام جي خيالن
جذبن ۽ احساسن جي ترجماني ڪندڙ شاعري کي هئڻ
گهرجي.“

منهنجي خيال موجب پاڪستان هڪ ئي عظيم شاعر
پيدا ڪيو آهي، ۽ اهو آهي ”لطيف“. اها ٻي حقيقت
آهي ته شاهه کي پاڪستان جو قومي شاعر تصور نٿو
ڪيو وڃي پر پره اهو فقط ڪن سياسي ۽ ثقافتي سببن
ڪري آهي، جن جو شعر ۽ ادب سان پري جو به لاڳاپو
نه آهي. هن وقت پاڪستان جو قومي شاعر، ڊاڪٽر
اقبال (علامه مرحوم) کي سمجهيو وڃي ٿو پر جڏهن وقت
جي گذرڻ سان هر شيءِ نکري ٿي، پنهنجي صحيح
جاءِ والندي، ايندڙ نسل، شاهه ۽ اقبال جي [illegible]
ڪلامن جي فرق جو صحيح اندازو لڳائي سگهندا.
بهرحال هتي مونکي فقط شاهه عبداللطيف جو ذڪر
ڪرڻو آهي جنهن کي سنڌ جا ماڻهو عزت ۽ محبت
منجهان ”شاهه“ ڪري سڏيندا آهن. شاهه انهن سڀني
شاعرن کان عظيم آهي، جن جو چونڊ ڪلام مان موجوده
ڪتاب ”مرسا پرواگان“ ۾ پيش ڪري رهيو آهيان.

شاهه جي شاعري کي ”پوري ريت“ سمجهڻ کان
سواءِ انهيءَ جي سرلهن جي ڪمي ڪرڻ مشڪل آهي
جا نهايت آزاد امرني ۽ نهايت خلوص سان، شاهه جي

ڪلام ۾ موجود آهي. شاهه جي شاعري خود ثنائن، اجائي وڌاءَ ۽ اصلاح کان پاڪ صاف آهي، حالانڪ اهي شيون مشرقي شاعرن ۾ عام جام آهن. شاهه جي شاعريءَ ۾ اهليت سادڳي ۽ مانوطا جذبا ۽ احساس آهن جي سچي اهي "شاعري" جي جان آهن. شاهه جي شاعري ۾ هڪ عالم جي ذهانت نظر نٿي اچي ۽ اها نظر اچڻ ۾ نه گهرجي ڇو ته شاهه اعلي تعليم حاصل ڪئي ئي ڪين هئي پر شاهه جيڪي شعر چيو آهي ان ۾ اها رواني ۽ تيزي آهي جا ڦهاڙ جي چوٽيءَ تان ڪرندڙ پاڻيءَ ۾ هجي.

دنيا جي اڪثر ايراني کان سواءِ، جهڙن ۾ چيني تهذيب پروش پائي، وڌي ۽ واڌوڙي، باقي حصي ۾ ان پولين جي گروهن، تهذيب ۽ ورثي ۾ بيحد اضافو ڪيو آهي، اهي ٻه گروهه آهن. آريائي ۽ سامي. اسپين ۾ مورس جي دور جي عظيم مسلمان شاعر ابن زيدون جي شاعري (جا اسلامي حڪومت جي پيداوار هئي) ۾ اسپين جي مسلمانن جو "شعوري ڪمال" عروج تي نظر اچي ٿو. ابن زيدون ۾ اسان کي "سامي ذهني پاڪيزگي" ملي ٿي، پر شاهه عبداللطيف ۾ اسان کي هڪ مختلف شيءِ ملي ٿي. شاهه عبداللطيف، ابن زيدون کان ست سو سال پوءِ، قرطبه کان هزارن ميل پري، سنڌ ۾ شاعري ڪئي جنهن "خالص" اسلامي ترڪيب ۽ تهذيب در

حقيقت هئي ٿي ڪاڻ ۽ جي هئي ته ٻه ٽالي مالـر.
سنڌي ٻولي، ٻين آرياڻي ٻولين، هندي، مرهٽي، بنگالي
۽ گجراتيءَ جيان هڪ وسيع آرياڻي ٻولي آهي
ڪيترن ئي ڳالهين ۾ بنگالي ترالي ۽ لاڙائي ٻٽي لڳي،
انجو سبب، سياسي ۽ تاريخي واقعا آهن. غزنوي گهراڻي
جي پادشاهه محمود غزنوي اڳـر هندستان فتح ڪري
”مسلم سوبن“ جو سلسلو هندستان اندر پکيڙيو پر سنڌ
ته ٽي سو سال اڳ (٧١٢ع) ۾ مسلمان حڪمرانن جي
قبضي هيٺ اچي چڪي هئي. (محمد بن قاسم) هڪ
هوشيار مسلمان سپهه سالار، جو حڪمران گهراڻي منجهان
هو، سنڌ تي ڪاهه ڪئي ۽ برهمڻ خاندان جي راجا
ڏاهر کي شڪست ڏيئي، سڄي سنڌ (ملتان اندر)،
پنهنجي قبضي هيٺ آندي.

سنڌي ٻولي پراڪرت جي هڪ شاخ مان جنم
ورتو، جا وري سنسڪرت مان نڪتي آهي. ان سڄي
”ارتقائي عمل“ کي سمجهڻ لاءِ سنسڪرت کي هڪ
وڏي ڦٽي جو مرڪز سمجهو، جنهن مان ڦٽي جي
گهري ڏاهن چوڌاري ڦرون آهن. گهري وارين زبانن
جو انداز ۽ لهجو، مرڪز وارن کان مختلف هوندو آهي.
سنڌي ٻولي به انهن ٻولين مان هڪ آهي جي پراڪرت
مان ڦٽي نڪتيون ۽ اهي پنهنجي مرڪزي نقط آره
ورت (بهار) ۽ هندن جي ٻين ٻولين استاني، جهڙوڪ

بنارس، پٽنا ۽ متڙا کان هڪ جيترو ئي پري آهن.
اٺين صديءَ جي شروعات کان وٺي مسلم فتحن کانپوءِ
سنڌي ٻوليءَ ۾ فارسي ۽ عربيءَ جا راهه ٺاهي. انهن
ٻنهي ٻولين، ويچاري سنڌيءَ سان اهو ڪجهه ڪيو جو
نارمن فرانسيسي ۽ اينگلو سيڪسن ٻولين، انگريزيءَ سان
ڪيو. سنڌي ٻولي ۾ عربي جو ايترو ته دخل وڌيو جو
سنڌي ئي رڳو اهڙي آريه ٻولي آهي، جنهنکي ضميري
پڇاڙي آهي، جا رڳو عربي ۽ هيبرو ٻولي جي
خصوصيت آهي. سنڌي جيتوڻيڪ آريه ٻولي آهي،
پر ان ۾ روز مره استعمال ٿيندڙ لفظن ۾ عربي لفظن
جو تعداد سنسڪرت کان گهٽ آهي. اهوئي سبب
آهي جو شاهه لطيف ارڙهين صديءَ ۾ شعر چوندي،
سامي ۽ آريائي ٻولين ۽ خيالن اهڙو ميلاپ پيش ڪيو
آهي، جنهن جو مثال سڄي هندستان ۽ پاڪستان ۾
ملڻ مشڪل آهي. هيءَ غير مشڪوڪ حقيقت آهي ته
سنڌي هندو به مسلمان وانگر، شاهه لطيف جي تصوف
جا وڏا معتقد آهن يا هئا (جو ته انهن مان گهڻا هاڻي
سنڌ ڇڏي ويا آهن).

شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعريءَ جو موضوع انهن
ڪهاڻين کي ظاهر آهي، جي سنڌي ماڻهون پنهنجن
ٻارن کي هندون ۾ ٻڌائيندا آهن. هن انهن ڪهاڻين
کي فطري شعر ۾ آڻي تصوف جي رنگ ۾ ٻوڙي، ڀاڙي،

پڻ واسطي جهڙي چمڪ ڏيندڙ ٿي آهي. ساڳيءَ طرح شاهه
عظيم فارسي شاعرن جلال الدين رومي ۽ جامي جي صف
جو شاعر آهي پر جي انهن سڀني کي به وڏائي ڏيندو
ته "شاهه دنيا جو وڏي ۾ وڏو شاعر آهي." جيتوڻيڪ
هن پنهنجي شاعريءَ ۾ تصوف جي رسمي ۽ رواجي
لفظن ۽ اشارن جو گهڻي قدر استعمال ڪيو آهي، ته
به هن ۾، موضوع جي اصليت" بلڪل نمايان آهي.
سندس ڪيترن خالص مذهبي شعرن، جي بيت ۾ وڳو
عيسائين جي بر تصوف ۽ پاڪ ذهن سان ٽڪري
سگهجي ٿي. سندس روماني شعر "رهي وڃ راهه
پيٽري ۾" يا "آچ پڃ اڪڙان، سڄڻ پنهنجا ساوڻا،" اسان
کي سينٽ آگسٽس ۽ سينٽ برنارڊ جي اڻ
ڪانڀاريندڙ ۽ اُمنگ آڻيندڙ شاعريءَ ڏانهن ڇڪي
وڃن ٿا ۽ اسان جي ايمان، موجوده زماني جي شاعرن
نيومين ۽ هنري ٿامسن جي نظر اچي وڃي ٿي. اهڙي
قسم جي شاعري، ان عملي لياقت ۽ ذهانت واري
شاعريءَ کان سو درجا بهتر آهي جنهن ۾ ڪنهن خيال
کي هوشياري سان پيش ڪري سگهجي پر محسوس
احساس ۽ جذبي جي اها گهرائي عدم پيدا هجي، جا
"عام شعر" ۽ "منظر" ڪندڙ شعر ۾ فرق پيدا ڪري.
هن انتخاب ۾ مون شاهه لطيف جا جيڪي شعر پيش
ڪيا آهن، سي سندس خالص الاهي تصوف، شعر

جي مزاج ۽ روانيءَ لاءِ ثبوت ڏئي سگهندا. منهنجي نظر
۾ هن جو ڪمال شاعر ۾ شاهه لطيف سڀ کان زياده
لائق آهي. هن جي شاعري ۽ ٻين سڀني شاعرن واڱر
بلڪل غنائي Lyrical آهي، ۽ ڪيس ٻڌائي ڳائي سگهجي
ٿو ۽ ڳايو به وڃي ٿو. مشرق اڃا تائين پنهنجي شاعريءَ
کي ترنم ۽ راڳ کان جدا نه ڪيو آهي، جي ڪنهن کي
ان ڳالهه تي ويساهه نه اچي ته هلي شاهه جي روضي
ڀٽ شاهه تي وڃڻو پوندو، ۽ ڪيس ان ڳالهه جي تصديق
ٿي ويندي.

ترجمان: رشيد ڀٽي



هڪ ڀيرا ڪنهن شخص شاهه کان سوال ڪيو،
"سائين، توهين سني آهيو يا شيعا؟"
ورائي ڏنائينس، "بابا، آءٌ ٻنهي جي وچ آهيان."
تنهن تي هن چيو ته "انهن ٻنهي جي وچ ۾ ته ٻيو
ڪي ڪين آهي."
شاهه جواب ڏنو ته "آءٌ آهيان به اهو ڪي ڪين."

ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي

ليلا رچنداڻي

# شاهه جي ٻولي ۽ ڀاشا وگيان

جيڪڏهن اسين چئون ته شاهه جو رسالو خود هڪ قسم جي لغت آهي ته غلط نه ٿيندو. شاهه جو رسالو ڀاشا وگيان لاءِ هڪ مزيدار مطالعو مهيا ڪري سگهي ٿو. ٻوليءَ جي اصولن موجب ڪن اکرن ڪيئن ڪهڙن عرصي ۾ مختلف روپ ڌري ورتو آهي، ان ڳالهه جا ڪافي اهڃاڻ شاهه جي رسالي مان ملن ٿا. اسانجي ڪن ٻولي - ماهرن اکرن جي انهي روپ کي "اپڀرنش" ڪري ٺهي سڏيو آهي ۽ ان منطق ۾ منجهي سنڌي ٻوليءَ کي "اپڀرنش" مان اڀريل ڄاڻايو آهي يعني اها ٻولي جا معيار تان ڪري چڪي هئي.

شاهه جي رسالي ۾ ڪم آيل سنڌي اکرن جو وڌيڪ ذڪر ڪرڻ کان اڳ ضروري آهي ته "اپڀرنش" اکر جو اپيرو ڪجي. گريئرسن ۽ ان جي راهه تي هلندي ڪاڪي ڀيرومل مهرچند "اپڀرنش" اکر جو جيڪو مطلب ڪڍيو آهي، ان کي موجوده کوجنا ڪار تسليم ڪرڻ لاءِ تيار نه آهن. شري ڄيرامداس دولترام جو رايو آهي ته "اپڀرنش" ٻوليءَ جي هڪ منزل هئي.

۽ اها منزل وڃو سنڌي ٻوليءَ جي نه هئي. خود
ويدڪ سنسڪرت جي زماني ۾ به ويدڪ ڀاشا لاءِ
اهڙي اپڀرنش منزل هئي. هڪ گجراتي ڀاشا وگيانيءَ
ٻيچرداس ڏوشيءَ جي راءِ موجب "مگڌ ۽ شورسيني
ٻولين لاءِ نه اپڀرنش هئي، پر اپڀرنش لاءِ ڪا اپڀرنش
نه هئي. اهو ڏٺي چئجي ته سنسڪرت جي بگڙيل
روپ، ارش، پراڪرت، مگڌي، شورسيني، پئشاچي
جي بگڙيل روپن جو نالو ئي هو اپڀرنش. پر اپڀرنش نه
ان وقت کان ئي جنمي ٿي ڏسجي جڏهن آدي پراڪرت
هستيءَ ۾ هئي. آريه لوڪن آدي پراڪرت جي جن
اکرن جو غلط اچار ٿي ڪيو، ان کي اپ ڀرشٽ سڏيو
ٿي ويو." (ڏسو پنڊتجي ٻولپورسٽيءَ جو ڇپيل "گجراتي
ڀاشا جي اڪرانتي")

پتنجليءَ ۾ اپڀرنش جو ارٿ ان ريت ڪيو آهي.
چي، "جڏهن ڪا برهمڻي "ڳو" بدران "ڳوو" ۽
"ڳوڻ" بدران "ڳوتڪ" چوي ته چئبو ته هوءَ ان
اکر کي ڀرشٽ ٿي ڪري." ڀرت منيءَ جي "ناٽيه شاستر"
۾ اپڀرنش لي ڪم آيل آهي. پڇ ۾ مهاڀاشيه ۾ ان "اپڀرنش"
۾ ٿي پڌرڻي اصولن جو پرچار ڪيو. ٻيچرداس ڏوشيءَ
ته وڌيڪ هن ريت به چيو آهي ته "ڪڏهن سڀ اها
اپڀرنش ٿي لوڪ ٻولي هئي. برهمڻواد ئي ان لوڪ ٻوليءَ
کي اپڀرنش جو نالو ڏنو. جهڙيءَ طرح انگريزن نفرت

وچان ڏيهي ٻولين کي "دراوڙي ٻوليون" (غلامن جون)
ٻوليون ڪري سڏيو هو... ڇاڪاڻ ته سڀ ٻرهمڻن جي
هٿن ۾ هئي ۽ ٻرهمڻواد جي ٽيڪ ۾ اُنهن ٻئي طبقن
کي گهٽ ٿي سمجهيو ۽ انهن طبقن جي ٻولي کي هڪ
گهٽ درجي جي ٻولي اُچارڻ ڪري ٿي ڪوٺيو."

حقيقت ته اها آهي ته سنسڪرت ڀاشا ۾ ٻه جدا
جدا ٻولين جا شبد پيسجي ويل آهن. ڪيترن جا
اُصلوڪا اُچار ٿي ڦري ويا آهن يعني اُن ٻولين جي
اُصلوڪن اُچارن کي "شُڌ" ڪري سنسڪرت ۾
جذب ڪيو ويو آهي. اِن ڳالهه جي شاهدي خود
ياسڪ مُني ۽ پاڻيني جهڙن مهاپرشن ڀي ڏني آهي،
جڏهن هو چون ٿا ته "ٻين ٻولين مان ڪيترا ئي اکر
ڏاڍو سنسڪرت ۾ جذب ٿي ويا آهن ۽ ڪيترا ڏاڍو
ته مختلف اُچار وٺي اينڊ صورتون ٿي ويا آهن."
(ڏسو: ياسڪ جو نرڪت ٣، ١٠٤، ١٠٥) جيمني جي
پرشيل ممانسا درشن ۾ ٻه اُن ڳالهه جي پشٽڀرائي ۾ ڪجهه
مثال ڏنا ويا آهن. (آڌياءِ پهريون، پاد ٣، سوتر ١٠).
پتنجلي جي "مهاڀاشيه" جي نرو ڀيرن ۾ ٻه اهڙو
اشارو ڏنل آهي.

انهن حالتن ۾ جڏهن شاهه جي ابياتن ۾ ڪنهن
اکر جو روپ ٿورو بدليل هجي ته اُنهن ته سمجهڻ ته
ڪو اهو اکر "شُڌ" ڪيو ويو آهي يا شاهه جي

وقت ۾ ٻولي ڳالهائجي معيار تان ڪري ڇڏي ٿي.
مثال طور شاهه جي "سر بسنت بهار" جو هڪ بيت آهي:

آئي رت بسنت کي، ڇڏ مڪر مدد،
الي ڳوري پس ڪر، جه آئيو بهار بسند

ساڳئي ئي بيت ۾ بهار لاءِ هڪ هنڌ "بسنت" ۽ ٻئي هنڌ "بسند" لکيو اٿائين. ڇو ته شاهه "بسنت" اکر کي جاٽي واري "پرهت" ڪيو آهي! پر انهن ڪونهي. ٻولين جي لهجن موجب "ت" ڦري "د" ٿيو آهي-
ٻئي طرح "سر ڪاموڏ" جو هڪ بيت آهي:

هيٺ جر، مٿي مڇر، پاسي ۾ ٽارن مدام
ڪوڙين ڪاڄ سدام، اُتِ سڌو ڪونه رهيو.

انهي بيت ۾ "جل" معنيٰ پاڻيءَ جو روپ "جر" (ل بدلجي ر ٿيو) ۽ "ڪارڄ" معنيٰ ڪم جو روپ "ڪاڄ" د، ڦري ڄ ٿي آهي ۽ ر لوپ ٿي ويل آهي).
"سر ڪلياڻ" جو هڪ بيت آهي:

دلبر منجهه، دريا، ڀکي ڀسي آئيا
وڻچارا ويساهه، آڳـي اڄ اڙائيا

الي ڀڪشي ٻدوان ڀکي (ڪش ڦري ک ٿيل) ۽ وشواس ٻدوان ويساهه (ش ڦري س، س ڦري هه ۽ "ا" اکر وڇيءَ metathesis ٿيل آهي.)
حقيقت ۾ اها آهي ته جهڙيءَ طرح اکرن جي اچارن ۽ ورڻن ڦيرڦار ۾ هندستان ۽ دنيا جي ٻين ٻولين جهڙي

جي اکرن لئي هلي ٿي. ڏکي اکر اوائن جي صف ۾ ٿيارو
آهي. هيٺ انهن ڪي نوا مثال شاهه جي "سر سسئي"،
"سهڻي" ۽ "سر سسئي آبري" مان ڏنل آهن.

(١) ٻ، ڦري ڄ ٺهل آهي:

"هيڙي آهه سرتيون، ڪي ڳالهه ڳاڄ" (سنسڪرت ۾ ڳاڄ معنيٰ ڪٿ)

آيل! آئون اڪاڄ، اول ٻروچي ونئو. (سن: اڪاراڻ معنيٰ نالائق)

(٢) ڪ جو لوپ ٿيل:

ٿهراڻ وڃاءِ لوءِ ٻوءِ مر ٻاڄم ڏيهڙا (لوڪ - لوءِ)

(٣) مت جو ڏ ٿيل:

اڏي وڃون، ڪڏي وڃون، ڏگهيا لهي نه ڏيکه.
(سن: امت معنيٰ ڇڙو)

(٤) ل جو ر ٿيل:

١- صباح سڄڻين، اسڻون ڀاڪار ۾ (سن: پاتال)

٢- عشق جنهن کي آڪرو، ترهو متي ان (سن: اڪل معنيٰ ڏيرو).

٣- ڪرڳل ڪڇ ڳهاڻ، جن جو واڳو جڳالين (سن: ڪلڪل)

(٥) ر جو ل ٿيل:

دوهڙ ڏنس دڙياه ۾ جت ٿهرائون ڪن لوڙا
(سن: روڙ)

(٦) ڊ جو ر ٿيل:

ورچي ويڙن وڇڙ، ڪاڏي ويو ڪچو

(سن: وڏ ر، پراڪرت وڊڊ، سنڌي ۾ وڏ پراڪرت وڊڊ جي تقليب آهي)

(٧) مت ڦري ڙ ٿيل:

ڪهڙي گهڙو هٿ ڪري، پهون اهاري پنڪ.

(سن: گهٽ)

(٨) ٺ جو ھ ٿيل:

١- پٺي رڙ پٺي، اڏ اون آرٺن جا (سن: پٺيڪ معنيٰ وانهڙو.)

٢- مهارا مٺي، پيتالين پرام جي (سن: مٺت، پراڪرت مٺ، معنيٰ ڏيڻ)

(٩) ک جو ھ ٿيل:

هولن ڏارن هٿن، ڏ هلا مون ڏيهن ٿيا. (سن: دهڪمت، پراڪرت دهڪ، معنيٰ ڏکيائي)

(١٠) چ جو ڇ ٿيل:

وڇن سڄن وڃي، سور وياڇي سوهڻي (سن: واڇن، پراڪرت واڇڻ معنيٰ اورڻ. هن ۾ "ا" جي تقليب ٿيل آهي.)

(١١) ڌ جو ھ ٿيل:

١- اڪ مرڪ، سهڊ ڇي، لڪيس ڏ. س ڏ هي:
(سن: د ڏڪ، پراڪرت دڌي معنيٰ ڏڌ. هن ۾ "ڪ" حذف ٿيل آهي.)

٢- سهڻ سينگارو، ٻاٽي ٻارو، جنت جهڙ جهڪ ۽ جهول
(سن: سنت پراڪرت سهڻ معنيٰ مڪمل.)

(١٢) ڃ جو ڄ ٿيل:

ڇڪي ڄولي ۽ گهڙي، ڄڃي ڄڃي وڙاه (سن: ڇڪت معنيٰ حيران. هڃي مان حذف ٿيل آهي.)

٢- لانڇي لڪ، لطيف چي، ٻئي ڪيڇن ڪاڄ
(سن: لانڇ معنيٰ سوچڻ)

(١٣) ڻ جو ڙ ٿيل:

١- ڇڪي ڄولي ۽ گهڙي، ڄتي ڄي وڙاه (سن: وناش، پراڪرت وڻاه. هتي ڻ ' ا ' جي تقلب ٿيل آهي.)

٢- ان اوسيڙي اڀان، سنڀهي ڪري سينگار
(هيمچندر جي ديسي نام مالا موجب اوسڻ معنيٰ خيال فڪر)

(١٤) ڙ جو ڻ ٿيل:

آيل ! امڻ! ٿي ڄمان، لا، جي سارينم سورن
(پراڪرت اما - امڙ)

(١٥) ڃ ۽ نس جو ڄ ٿيل:

جي ڪڇو ڄولم ڪوء نه مورک ٻاٻان مهٽون
(سن: ڪتسا معنيٰ طعنو)

(١٦) آئون ٻڻ وڄهان هڙا، انهن ٻڻ وڄهو رڄ
(سن: وشر معنيٰ نوڙي)

(١٠) ڄ جو ڻ ٿيل:

١- اونهي ڙ آ کهڙيا آئي ٻائي آڻ
(سن: جڃاه پراڪرت آڻا معنيٰ آگيا)

قريشي حامد علي

# ساميءَ جا سلوڪ

سنڌي تصوف ۽ ويدانت واري شاعريءَ ۾ شاهه، سچل ۽ سامي امامان آهن، جن جي ڪلام ۽ شخصيت تي سنڌي ادب کي فخر ڪرڻ جڳائي. سامي سنڌي ادب جو دُر بي بها آهي. شاهه سان گڏ ساميءَ به هڪ امر ۽ زنده جاويد صوفي ۽ شاعر لکجي ٿو. ڀائي مولچند ڪوٽنا وارو لکي ٿو ته، ساميءَ نه رڳو بيت چيا پر ڪافيون ۽ شبد به چيا جي اڄ عدم پيدا آهن.

سامي صاحب جا سلوڪ قاعدي دوهن جي اصول تي آهن. شاهه، اٺن ۽ ڏهن مصراعن تائين به وڌايو آهي پر ساميءَ ڪٿهن به سلوڪ ۾ چئن مصراعن کان وڌيڪ مصراعون نه چيون آهن، ويدن واري قانون تي هليو آهي، جهڙيءَ طرح شاهه لطيف، سچل سرمست ۽ گروهڙي صاحب جي ڪن ڪن بيتن جون ماخذون قرآن شريف جي آيتون، حديثون ۽ مقالن کي ڏيکارڻ ڪري مٿو انداز کان وڌي وڃن ٿيون، انهن ساميءَ صاحب جي ڪٿهن به سلوڪ ۾ وڌيل نه آهن، جهڙوڪ سنڌس سلوڪ اُپنشد، گيتا، يوگ سوتر، نارد، سوتر ۽ ٻاڪرس جي فلسفياڻي

وڇارن سان ڀريل آهي انهن هوندي به ڀٽائيءَ جي سلوڪن ۾ ڪٿي به ڪنهن به ڏوهي گرامر مان ڪو نڪتو ڪم نه آندو آهي.

سامي صاحب جي ڪنهن به سلوڪ ۾ اهڙي اصولي ماترائون وڌيل نه آهن. قافيي بنسبت ساميءَ جا بيت بلڪل پختا آهن، ڪنهن ورلي سلوڪ قافيه هم-آوازي جو اصول ترڪ ٿيل آهي، ليڪن ڪنهن به درواهي ڪلام ۾ اهو عيب نه ٿو ليکيو وڃي.

ساميءَ جي شاعريءَ جو جڏهن جائزو وٺجي ٿو، تڏهن معلوم ٿو ٿئي ته سامي لفظ ۽ معنيٰ جو خالق آهي. وٽس سنڌي زبان جي محاورات ۽ مترادفات جو وڏو ذخيرو آهي، هو جادوگر ۽ سحرنگار آهي. لفظن ۾ ڀلا جو اثر اٿس! البت سادگي اٿس ٻو ان ۾ به دلڪشي آهي. جدت ۽ ندرت آهي، مشاهدي جي قوت تيز اٿس، زبان تي پورو پورو عبور اٿس ۽ هڪ قادر الڪلام شاعر وانگر هڪ مضمون کي علحدن رنگن ۾ بيان ڪري سگهي ٿو. سامي صاحب شڪارپور جو رهاڪو هو، انهڪري سندس سلوڪن ۾ "شڪارپور" جي مٺي ۽ رسيلي ٻولي، سرائڪي ڪم آندل آهي. ٻيدل، بيڪس، سچل، ۽ دلپت وانگر ساميءَ جي ڪلام ۾ به سرائڪي ٻوليءَ جا محاورا ۽ ورجيسون آهن: (١) آهن اڳم اباڻا، راهان رام ملڪ جون. (٢) عشق ڪاٻو جن، ٻچي لعين ڪون خبران (٣) سرالدي ڪون نالو، ورار ڪو گرهڪ ڪري. وغيره.

سامي ويدن جي واٽ تي سنڌي لباس پهرايو آهي. ان ڪري سنڌس سلوڪن ۾ سنسڪرت جا لفظ به اچي ويا آهن. سامي جي شعر ۾ عربي ۽ فارسي لفظ به ڪن سلوڪن ۾ ڏٺل آهن:

عجائب عقل، سالڪ ڏنو سڪ سان،
سمجهي روح راضي ٿيو، ڇڏي هنگامو هل
چڙهي نور محل ۾، ڪيائين حق حاصل
وحدت ۾ واصل، پرچي پيو پريم سان.

سامي عربي ۽ فارسي لفظ غلط اچارن ۽ بگڙيل صورتن ۾ به ڪٿي ڪٿي استعمال ڪيا آهن، انجا ٻه سبب ٿي سگهندا.

سامي پنهنجو ڪلام بنا تڪلف ۽ تصنع جي چيو آهي، ان حالت ۾ ”غلط العام“ وارو اصول عمل ۾ آندو اٿس.

قافيه ۽ تجنيس حرفي جي پورائي لاءِ اهو رستو اختيار ڪيو اٿس. جيئن: ”ڪوجي (خوضي) لڌو ڪوج (”خوض“) پر ان لاءِ پورو ذڪر جو، ڪڍائين پاڻهي چوي ڪٿين سهج سروج (سرود)، هردي مڌ هروج (هر روز) درست ڪري درستي جو.“

ان کانسواءِ بنا ٽڪ عربي ۽ فارسي لفظ ڪم آندل آهن. جهڙوڪ: ڪامل، ملڪ، مالڪ، ناموس، حافظ، احمق، طبق، عشق، اورق، مرشد وغيره عربي لفظ آهن،

جي سنڌس سلوڪن ۾ ڪم آيل آهن. ڪٿي ڪٿي
سائي صاحب صاف ۽ سنئي سنڌي ۾ ڪم آندي آهي.

عبارت جو سينگار ۽ فصاحت ۽ بلاغت جي لحاظ
کان سائي جو ڪلام عمدو آهي. محاورا ۽ روزمره جي
استعمال ۾ ڪم ايندڙ اصطلاح سائي جو ڪلام آهن.
تشبيهون ۽ استعارا به ڪم آندل آهن. لفظي ۽ معنوي
صنعتن جو خاص انداز سائيءَ جي ڪلام ۾ آندل آهي.

سائي صاحب جي ڪلام ۽ شخصيت متعلق ايترو
چوڻ ڪافي آهي ته شاهه کان پوءِ صحيح فڪر ۽
صوفيائي خيال ۽ وحدانيت واچار ڪي سولي ۽ صاف
مٺي دلڪشن صورت ۾ ڪهڻ پيش ڪيو آهي ته اهو
سائي صاحب آهي. فلسفه حق ۾ اڪائي آهي دوئي
نه آهي. سچي پيغمبرن، صوفين ۽ سنتن ۽ درويشن جو
ڪلام ۽ پاڻي انسان ذات جي انفرادي ۽ اجتماعي ڀلي
لاءِ آهن. هر ملڪ ۾ وقت جي ماحول ۽ نظريات معاشري
معاش مطابق انهن لاءِ اصلاحي ڪم ٿيندو رهيو آهي.
ٻر ڳالهه هڪ ئي چئي ويئي آهي.

سائي جو سمورو ڪلام وحدانيت تصوف سان ڀرپور
آهي. خدا جي ملڻ جا اهي سچئي مارڳ ٻڌايا آئس
جن ئي وحدانيت جو بنياد وڪيل آهي. هو پاڪي سچائي
ئي زيادهه زور ڏني ٿو، هو سالڪ کي دنيا جي ڀٽڪڻ
۾ ڦاسڻ کان منع ڪري ٿو. مسلمان صوفين وانگر انهيءَ
ڳالهه جو به قائل نظر اچي ٿو ته خدا جي ڳولا لاءِ عمل
جي سخت ضرورت آهي.

ويدانت ۽ اسلامي تصوف ۾ ڪافي فرق آهي. ساميءَ
ويدانت مت جو سنت هو ۽ ٻنهي جي ڪلام اندر ايج
ويدانت وارا اصول ڪم آندا اٿس، ڪٿي ڪٿي تصوف
جا اصول به جهلڪا پيا ڏين. ساميءَ ۽ صوفي درويشن
جي ڪلام ۾ ڪن جزوي تفاوتن هوندي به سمجهڻ مارڳ
ساڳيو آهي. اهو آهي آتما کي دنيوي خواهشن کان
پري پرماتما سان واصل ڪرڻ.

انهي ڪانسواءِ ٻيا به ڪيترائي ضروري خيال ۽ روحاني
مضمون ساميءَ صاحب جي ڪلام ۾ سمايل آهن. جهڙوڪ:
سڀ مذهب ۽ مت ساڳي مقصد ڏانهن وٺي ڏيکارين ٿا.
روح غيرفاني آهي، دل دوست کي ڏجي ۽ بدن سان دنيا
سازي فرض پورا ڪجن، عشق جو راز دل ۾ سانڍڻ گهرجي،
دنيا فاني ۽ ڪوڙو ڏيک آهي. مرشد جي فرمانبرداري ۽
درويشن جي صحبت ۾ گذارڻ جو تاڪيد، ساميءَ جي
سلوڪن ۾ تصوف ۽ اخلاقي مضمون به گهڻي انداز ۾
ڪيل آندل آهي. جهڙوڪ: نهٺائي ۽ سادگي، ڪايا،
مايا ۽ ڪل تي فخر نه ڪرڻ، صبر، تحمل ۽ قناعت،
مڪر ۽ فريب کان پاسو ڪرڻ وغيره.

ساميءَ صاحب نه فقط اعليٰ درجي جو سنڌي شاعر ۽
پختو ڪلام اديب ۽ سنڌي زبان جو ماهر ۽ فاضل نظر
اچي ٿو، پر ساڳي وقت صاف دل، صوفي ۽ ويدانتي مت
جو ڄاڻو هڪ آدرشي انسان ۽ مهاپرش سمجهڻ به آهي،
سندس ڪلام ۾ روحاني رنگ ۽ دل جون ڪيفيتون
سمايل آهن ۽ حال جي ترجماني ڪيل آهي. (١٩٦٥)

# پروفيسر منگهارام ملڪاڻي

## شاهه ۽ سنڌيت

"سنڌي کوجنا ۽ اتهاس" ۾ هندواسي مئگزين ۾ ماسٽر چوهڙمل (۹ جون ۱۹۶۳) ۽ ڊاڪٽر ماڻيداساڻيءَ (۷ جولاءِ ۱۹۶۳) جا مضمون پڙها آهن، جن ۾ مکيه طور شاهه لطيف جي وشيه ۾ هنن هڪٻئي کي رد ڪري ڏنو آهي.

ماسٽر چوهڙمل پهريون سوال اٿاريو آهي "شاهه ۽ سنڌيت" جو، جنهن باري ۾ دليل ڏنو اٿس: "هاڻي سيڪاريل ٻڌو وڃي ته سنڌين جي سنڌيت جو سڀڪجهه شاهه ۾ ئي سمايل آهي. شاهه ارڙهين صديءَ جو شاعر آهي. سندس رسالو ڪو اتهاس جو پستڪ ڪونهي، جنهن مان سنڌيت جو ڪو پورو ۽ چٽو چٽر ملي. ڪنهن صورت ۾، سنڌين جي هزارن ورهين جي شاندار اتهاس کي ڇڏي، سنڌيت کي ارڙهين صديءَ ۾ ٻڌاري نٿو سگهجي ... جيڪي چون ٿا ته سنڌين جو سڀڪجهه شاهه ۾ سمايل آهي، سي اتهاس جي جاءِ ساهت کي ٿا ڏين." هاڻي مان ٿو پڇان ته اها دعويٰ ته "سنڌيت جو سڀڪجهه شاهه ۾ سمايل آهي" جنهن بابت ماسٽر صاحب هر هر شڪايت ڪئي آهي (۽ جا شايد ڊاڪٽر صاحب

۽ ڪنهن انگريز ليکڪ ۾ لکيل آهي)، سا ڪهڙي اعتباريءَ
واري عالم لکي آهي ۽ ڪنهن اهو سيکاريو آهي ؟
مون ته اهڙي دعوى ڪنهن به ڪتاب يا واقعات جي
ضرورت ۾ ڪانه ڏٺي آهي ته سنڌيت جو سڀڪجهه
شاه ۾ شامل آهي. البت "رسالو الهام جو پسڪ
ڪونهي...... شاه شاعر آهي"، ٺيڪري اسان
سنڌيت جو پورو احوال ملي ڪو نه سگهندو. پر الٽو
قبول ڪرڻو پوندو ته شاه جهڙي ڪامل شاعر جي شعر
مان به، ١٨ صديءَ، ۽ لوڪ ڪهاڻين ۾ انکان اڳاڻي
زماني جي سنڌيت جون، ڪافي انداز ۾، جهلڪون
ملي سگهن ٿيون. سنڌي زندگيءَ جي خصوصيتن کي
جيڪڏهن سنڌيت جو نالو ڏجي، ته ڪير انکان
انڪاري ٿيندو ته شاه ۾ سنڌي زندگيءَ جون خصوصيتون،
رهڻي ڪهڻي، رسمون رواج وغيره شامل نه آهن؟
تفاوت صرف اهو آهي ته شاه ۾ اهڙو مڪمل طور
سنڌيت شامل ڪانهي، پر سنڌيت جو ڪافي انداز ۾
جهلڪون رسالي ۾ موجود آهن.

هنن عالمن ۾ مکيه مقصد اهو آهي جو ڊاڪٽر
صاحب چوڻو ته "شاه جو رسالو سنڌيءَ ۾ صاف سٿرين
ساهتيه ولن آهي"، پر ماستر صاحب سمجهي ٿو ته "شاه
جو شعر صاف سٿرين ساهتيه ولن نه آهي، ڪجهه رنگ
ڍڳهل آهي. انجي صفائي خود شاه ٿي ڪئي آهي.

ٿيو هو؟ ڪنهن شخص يا گروهه منڪر ٿيڻ جي ان مقدس
ڪتاب تي اهو الزام لڳايو هو ڇا ته اهو الاهي ڪلام
نه آهي ليڪن مصنف‌راءِ ڏيندي بحث آهن؟ اهڙي ڳالهه
ٿڌو ٿيل نه ڪانهي. اهڙو گمان آڻڻ بي ڪفر آهي.

الهيءَ ارٿ ڪندي، ڪنهن انتظاريءَ ڪان ٿيو
ٿچاڙيءَ ۾ ڊاڪٽر صاحب لکي ٿو: "شاهه صاحب چوي
ٿو ته جنهن ڪلام کي (قرآن شريف) ٿون بحث ٿو سمجهين
(ڇاڪاڻ ته قرآن شريف نظم ۾ آهي) سو محض نظم
ڪونهي، پر اهي ته آيتون (ڪلام الاهي) آهن ۽ نه
ٻيءَ جو جز ٿيل نظم يا بحث." نظم ۽ بحث ۾ ته وڏو
فرق آهي، ڪٿي قرآن عربي نظم ۾ لکيل هجي، تڏهن ته
شاهه صاحب اهڙو اٽڪاڻ ڪري. هو جو اُلڪي سمجهي
بحث ڪري سگهي. خبر ناهي ته ڊاڪٽر صاحب
اهڙي مشهور بحث جي سمجهڻ سوڌي مقبول معني "غلط،
بلڪل غلط" ٿهرائي، اهڙو عجيب غريب ارٿ ڇو ڪيو
آهي! سندس سبب شايد هن سٽن ۾ جاڻايل آهي:
"شاهه صاحب لاءِ ٻنهي جي ڪلام کي ڪلام الله يعني
قرآن شريف، يا انجي ڪنهن به حصي سان مشابهت ڏيڻ
ڪيڏو گناهه هو." ڊاڪٽر صاحب جو مطلب آهي ته
ڇو جو ڪنهن به انسان لاءِ ٻنهي جي شعر کي ڪلام الاهي
سان مشابهت ڏيڻ گناهه آهي، تنهنڪري شاهه "آيتون"
اکر ٻنهي جي ڪلام سان بلڪل ڪين لڳايو هوندو ۽ ضرور

قرآن جي آيتن سان لڳايو هوندائين ته ڪيترن شاعرن لاءِ ”آيتون“ لفظي معنيٰ ۾ نه، پر تصوري يا تمثيلي معنيٰ ۾ ڪم آڻڻ گناهه، يا ڪفر بلڪل ڪونهي.

شاهه لطيف ڪونه ٿو چوي ته، منهنجا بيت سچ پچ آيتن وانگر خدا وٽان نازل ٿيل آهن، پر انهن جا روحاني مطلب سان ڀريو آهن، قرآن سنڌي ڀاڻو ڏي وڃڻو من لائين. انهيءَ معنيٰ ۾ ڪهڙي ادبي خطا آهي؟ ڊاڪٽر صاحب خود ٿي ته چئو آهي ته ”شاهه جو شعر صاف سٿرو ساهتي، ولن آهي“ ۽ پوءِ هرڪو ڇڪي تاڻي ڇو پيو مٿس ”مذهبي رنگ“ چاڙهي؟

(١٩٦٣)

## موهن ڳيهاڻي

# شاهه تي تنقيد

شاهه جو شعر، هڪ ڪٿا وانگي ڪيترن جهان آهي يا ائين چئجي ته شاهه جو شعر سمنڊ ٿي هي اٿاهه جهان آهي، جنهن هر ڪنهن ۾ سدائين نت نئين رنگ ۽ نقش ظاهر آهن ۽ هر نقش وري ابدي نئون آهي.

شاهه کي جدا جدا عالمن جدا جدا نمونن سان سمجهايو آهي ۽ شاهه تي ڪيل تنقيد کي نظريي آڌاري نمونن جي لحاظ کان ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو. هڪ آدرشوادي نظريو ۽ درسي نمونو ۽ ٻيو مادياتي نظريو ۽ سماجڪ نمونو.

آدرشوادي نظريي ۽ درسي نموني جي تنقيد، گهڻو ڪري سنڌي عالمن ڪئي آهي. هن گروهه جي عالمن اڪثر ڪري شاهه جي ٻيت - "جي تون ٻيت ڀانئين، سي آيتون آهن، نيو من لائين، پريان سندي پار ڏي" کي سند سچي شعر جي ڪنجي سمجهي هڪ روحاني رهبر جي حيثيت ۾ پيش ڪيو آهي. ته شاهه جو ڪُل شعر تصوف جو پيغام آهي. ۽ شاهه رڳو روحاني رهبر ئي آهي.

آدرشوادي تنقيد جا مکيه مثال هيٺ ڏجن ٿا:-

شري لعلچند امرڏنومل "شاهاڻو شاهه" ۾ لکي ٿو،

"وڏي ۾ وڏي خوبي سندس هيءَ آهي، جو جدا جدا نموني - جدا جدا ماڻهن جي واتان عشق الاهي جي باب ۾ ڏاڍا ته غضب جا ڏوهيڙا ۽ لوڙائو ڏني ۽ اورڻا آهي ته اوري، جن پڙهي دل درد ۾ ڳرهو وجهي ۽ ان شاعر جي سوز واري خيال ۾ محو ٿيو وڃي."

اڳتي هلي لعلچند شاه جي شعر جي خوبين لي وستار سان بيان ڪيو آهي. لکيئو، "شاه نمت نٿون آهي... شاه لفظ ساز آهي... اکرن جو اکٽ ڀنڊار آهي..."

شري جيٺمل پرسرام "شاه ڀٽائي جي حياتي" جي شروعات ئي ائين ٿو ڪري - "٢٢٢ ورهيه ٿيا ته سنڌ جي صوفياڻي گلستان ۾ هڪڙو اهڙو گل گلابي پيدا ٿيو، جنهن جي حسن جي مهڪار، اڄ سوڌو روحاني رستي جي ڪيترن ئي ٿڪل ٿڪان مسافرن کي، ڪيترن پريم جي پوڄاري لي پنڌ ڪندڙ پانڌيئڙن کي آنند ۽ آتم شانتي ڏنو آهي." ساڳئي ليکڪ، "شاه جي آڪاڻين جي سمجهاڻي" ۾ شاه جي جدا جدا سرن ۾ ڪيل آڪاڻين جي تمثيلي معني سمجهائي آهي.

شاه جي سڀني آڪاڻين جي اندروني معني سمجهايل آهي، سا منهنجي خيال ۾، ڪٿي ڪٿي ڦرو ڦرو ڇڪي آڻي ڪئي ويئي آهي. پر هن ڪتاب پڙهڻ بعد شري جيٺمل جي جدا جدا مذهبن بابت علم کي ساراهڻ کانسواءِ رهي نٿو سگهجي ۽ انهن هن ڪتاب

۾ ڪيترائون مشاهيري تنقيد جون سٽون جهلڪون موجود آهن.

مرزا قليچ بيگ، ”سنڌي شعر“ ۾ فرمائي ٿو، ”مون پنهنجي وس آهر ٿوري گهڻي ڪوشش ڪئي آهي. سندس تاريخي احوال لکيو اٿم. سندس رسالو جو اڳي اڻپورو هو سو وري نئون ڇپايو اٿم، سندس رسالي جي خلاف لغت يا لغات لطيفي ڇپائي اٿم... سندس رسالي ۾ ڪهڙو مضمون يا ڪهڙو بيت ڪٿي ايندو تنهن لاءِ رسالي جي ڪنجي ڇپائي اٿم...“

هن دور جي نموني جي تنقيد جي ڪتابن ۾ ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جو مقدمه لطيفي (جو شاهه جي رسالي - ڀاڱي پهرين جو مهاڳ هو ۽ پوءِ ۱۹۳۶ ۾ جدا ڪتاب ڪري ڇپايو ويو) کي جدا ورتاءَ لئي بي بدل ڪتاب آهي. سائنسي نظرئي ۽ ڪنڊ ڙ ابن القادر جي ڪتابن کان هي ڪتاب بهتر آهي. هن ڪتاب ۾ شاهه جي زندگي بابت احوال، شاهه جو مذهب، تصوف ۽ ويدانت، شاهه جو شعر ۽ شاعري، شاهه جي شعر جو مضمون ۽ عبارت، شاهه جو نظر، شاهه جي سنڌي، شاهه جون ڪوي ٻڌاوڻ، رسالي جي تصنيف ۽ تاليف، سڀ سان عالمانا مضمون آهن.

هن ڪتاب ۾ شاهه جي شعر جي ڦوهاسب اهم آهي، جا روايتي ورهاسبت کان علحدي آهي. شاهه جي عاشقاڻي (مجازي) طبعي ۽ ظرافاڻي شعر کي الڳ هستي ڏني ويئي آهي.

شري ڄاولڻداس مٽارام ڀمڀاڻي 'شاه جون سورميون' نالي ڪتاب لکيو آهي. پر هن جي سمجهاڻي ۾ آتمڪ واد سان ڀيٽيل آهي. هو چوي ٿو، "سندس سورميون روحاني تلاش ۾ رتل آهن..."

ورهاڱي بعد هندستان ۾ پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻيءَ جو ڪتاب "شاه" نڪتل آهي. اهو ٻن ڪاليجي ڏاءُ جو آهي. هن ڪتاب ۾ ليکڪ شاه جي شعر جي ڪن ڪن نون پهلن تي روشني وڌي آهي. مثلا "ناٽڪي طرز" ۽ "شاه جا سورما".

مٿي ذڪر ڪيل ڪتابن ۾ عالمن شاه جي وطن دوستيءَ بابت لکيو آهي، پر سندن نظريا آدرشوادي آهي ۽ نه اتهاسڪ. پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي ٻن شاه جي وطن دوستيءَ تي لکيو آهي پر هن، شاه کي وطن دوست ثابت نه ڪري، شاه جي عالم دوستيءَ بابت ٻن لکيو آهي. هو چوي ٿو، "ظاهري ويس سان شاه جو ڪوبه تعلق نه آهي. چيني، رومي، سمرقندي، ترڪي، مغربي وغيره، مڙئي هڪ عالمگير برادريءَ جا فرد آهن، جهان ۾ هرهڪ سچو انسان پاڻکي ڪم ڪري سڄي سرشٽيءَ سان پاڻکي هڪ ڪري ٿو ڇڏي.
"جز وڃايو جوڳين ڪل سڀن آهن ڪر" (سر رامڪلي)
حقيقت ۾ اهو مضمون پهرين حيدرآباد ڪاليج جي مئگزين "قلمي" ۾ آڪٽوبر ١٩٣٦ ۾ ڇپيل آهي.

ڪن عالمن شاهه کي ٽنهي نظرن سان ڏسڻ جي شروعات ڪئي آهي. سندن نظريو تاريخي ماديت ۽ جدلياتي ماديت تي ٻڌل آهي ۽ سندن نمونو سماجي آهي. هن ٽئين نظريي واري تنقيد جي شروعات شري تيرٿ بسنت پنهنجي مضمون "شاهه جو سنيهو" ۾ ڪئي، جو سندس ڪتاب "چٽڪون" (١٩٤٠) ۾ ڇپيل آهي. هو چوي ٿو "'خيال جو مطلب خيال ۾ آهي' شايد ڪنهن فيلسوف يا يوگيءَ جو آدرش ٿي سگهي ٿو، پر شاعر جو هرگز نه." هو اڳتي چوي ٿو، "شاهه کي فقط مولانا روميءَ ۽ هندو جوڳين جي عينڪ سان ڏسڻ صحيح نه آهي..." ۽ هن ملڪ جو آتش خيز آفتاب ۽ وسيع ويراني جنهن جي روح افزا اثر هيٺ اسين پليا آهيون، سو شاهه جي رڳ رڳ مان بلند آواز ڪري ٿو نڪري..."

ورهاڱي بعد هندن ۾ ڪن مارڪسوادي ليکڪن شاهه تي مضمون لکيا، جن مان ذڪر قابل آهن: شري گوبند مالهيءَ جا، "شاهه جي ترقي پسندي" ("نئين زندگي" مخزن) ۽ "شاهه جون سورميون" ("نئين دنيا") ۽ آئم جو "شاهه جي شعر جو پس منظر". ("نئين دنيا" ۾ ٽن قسطن ۾ ڇپيل).

شري گوبند مالهي پنهنجي مضمون "شاهه جي ترقي پسندي" ۾ شاهه جي روايت پرستي خلاف رويي تي ظاهر ڪيو آهي. هو لکي ٿو، "اهو جاگيردار دور

هو جڏهن طبقن وارو تفاوت ڏٺڻ ۾ آئي نه هو. اُن وقت
جي ترقي پسنديءَ جي تقاضا طبقيدار سماجي نـي ٿي
سگهي.. اُن وقت مذهبي روايت پرخلاف نفرت جو
اظهار ڪرڻ، سڀ کان وڏي ترقي پسندي هئي ۽ شاهه
نه عملي طور هر قسم جي روايت پرستيءَ جي مخالفت
ڪئي. هن "شاهه جون سورميون" ۾ شاهه جي سورمين
جي انساني عناصر تي زور ڏنو آهي ۽ نه ماڻهپي وارـڪر
جيڪو شاهه جي سورمين کـي الاهي اللاش ۾ رڌل
ٿو ڏسي.

شري آلم شاهه کي، "... پنهنجي دور جي سچائي
پيش ڪندڙ، ٽون قدرن جي سڌي يا اڻ سڌي طرح
حمايت ڪندڙ..." ڪري پيش ڪيو آهي. آلم تصوف
کي پڻ انهاسڪ پس منظر ۾ ڪنهن وقت جـي هڪ
ترقي پسند قدارا ڪري پيش ڪيو آهي. هـو چوي ٿو،
"هن وچار (تصوف) اُن پنڌ کي ختم ڪري ڇڏيو
ته خدا هن دنيا کان مٿي آسمان جو ڪي رهندڙ آهي ۽
اُن خدا ۽ ماڻهوءَ جو سنبنڌ ڀـپ جي بنياد تي نه، پر
محبت جي بنياد تي رکيو. تصوف جدا جدا ماڻهن وچ ۾
ميلاپ جو ڦهلاءُ ڪيو ۽ اُن جاگيرداري نظام جي مردار رسمن
رواجن جي ڪڙي مخالفت ڪئي. اهو ظاهر پـرستيءَ
جي خلاف هو. اُن انساني دوستي ۽ رواداريءَ جـي
سکيا ڏني...."

ورهاڱي کان ٿورو اڳواٽ شري جيٺمل پرسرام "مهراڻ"

جي آڪٽوبر ١٩٤٦ع ڌاري ٻروچي ۾ شاھ جي انٽرنيشنلزم
جي حامي هئڻ ۽ شاھ جي سياسي سنڌيت بابت ليک
شايع ڪيو. سنڌس نظريي ۾ ڪي بنيادي ويچار ڌارا
جا عنصر موجود آهن. پر اهي بلڪل ڌنڌلا آهن.

جي. ايم. سيد ”پيغام لطيف“ ڪتاب ۾ ان شاھ
جي سياسي نظريي سان ڏسي پيش ڪيو آهي ۽ باوجود
ڪن هنڌن زوري معنوي ڪڍڻ جي، اهو ڪتاب
”سنڌيت“ جي حاصل ۾ هڪ بنيادي جڳهه تي رکي. هن
ڪتاب ۾ ڪيترائي صفحا شاھ جي وقت ۽ ڪانگريس
اڳواڻن اسلامي دنيا جي جدا جدا ويچار ڌارائن جو بيان
ڪيو ويو آهي ۽ ان وقت جي سياست جي پس منظر
۾، اهو ڏيکاريو ويو آهي، ته شاھ صاحب سنڌ جي
هڪ جدا حيثيت جي خيال جي بنيادي ڪئي آهي ۽
ان وقت اور انگريزي طريقي، ”پان اسلامي“ فاسسٽ
جزن جي مخالفت ڪندي مذهب ۽ سياست کي الڳ
رکڻ جو نظريو پيش ڪيو آهي. شاھ جو مذهب جو
نظريو وسيع آهي. جي. ايم. سيد چوي ٿو، ”(شاھ)
مسلمان جي جداگانه قوم جي نظريي کي اميراني ذهنيت
سمجهي ٿو. هن جي خيال موجب جزي طرح سچ
جي روشني ۾ هوا کي چند شخص ۽ طبقن جي ملڪيت
اسلام ڪري ۽ بنائي انسان ذات جي ڪثير تعداد سان
ظلم ۽ دشمني ڪرڻ برابر آهي. اهڙي طرح حق کي
به محدود ڪري ڪنهن مخصوص گروھ جي ملڪيت

يا وڏو بدلائڻ ساڃهه ۾ خدمت جو نتيجو نڪرندو...“
۽ اڄڪلهه ساڃهه لکڪ چوندو، ”شاهه صاحب،
ڏڪارن مهانگو ٿيڻ وارن، پيٽن مان پيڙهن ڪرڻ
وارن ظالم زميندارن جي سخت برخلاف هو. انهيءَ
خاتمي لاءِ جون دعائون گهريون اٿس...

پيٽن مان پيڙهن ٿيا، اٿن ٿا وڙق وڙن،
ڏڪارايا ڏيهه مان، شال موڪلي سڀ مرن،
وري وڏي وس جون، ڪنهن ڳالهيون ڳنواون.

ساڃهه ٿيت لاهه شري آلم مٿي ذڪر ڪيل پنهنجي
مضمون ۾ هن رنگ ۾ سمجهائي ڏني: ”جيڪڏهن
الهاسڪ درشٽيءَ کان ڏسبو ته مٿين بيت ۾ شاهه رڳو
ڏڪارن ۽ چور مارڪيٽ ڪندڙن تي ٽيت اٿو وسائي،
۽ سرمائيداري سماج جي بنياد جي تعريف ڪئي ڏني ٿو.
اسان کي سڌ آهي ته سرمائيداري سماج جو بنياد آهي
نفعي تي - مهانگو لهي ٿيڻ ۽ پيٽ مان پيڙهن ڪرڻ.
جيڪڏهن اهو بنياد ڪڍيو وڃي ته سڄو سرمائيداري
سرشتو اچي ٽٽ پوي.“

حقيقت اها آهي ته مٿيون بيت پنهنجو مٿ پاڻ
آهي ۽ اُهو جاگيرداري طبقي جي واڻين ۽ زميندار
جي شڪل جون ڪي رڪاوٽون ظاهر آهن.

وقت بوقت سنڌ ۾ ”شاهه يادگار ڪائونسل“ پاران
شاهه جي ورسيءَ لئي ڪي مضمون شايع ڪيا ويا
آهن جنهن جو ذڪر ڪرڻ ٻئي دفعي ڪبو. (۱۹۶۲)

# شاهه عوامي شاعر

شاهه لطيف اُنهن ئي عام پورهيت ماڻهن جو شاعر آهي جنهن کي پنهنجي طبقي جي ماڻهن سان ويهي ساڻن ڳالهائڻ ۾ لطف ٿو اچي. شاهه، شهزادن شهزادين، امير ٿورڙن طبقن جو شاعر ناهي. شاهه صحيح معنيٰ ۾ عوام جو شاعر آهي.

شاهه جي دعا آهي ته وطن لاءِ، سڄو وطن وسي... عام ماڻهن لاءِ ته اُنهن کي سک ملندو رهي. شاهه جي همت آهي ته اُنهن موذين لاءِ جن کي مهانگو ڏسي مال انهي جي لالچ ۾ موذين لاءِ، جن کي ڏکاري آهن، جنهن کري عام ماڻهن ۾ مصيبت تي نازل ٿئي.

... هو عام ماڻهن سان دلي اُنهن مان هڪ ٿي ويو. سندس دؤر ۾ عام ماڻهن کي واڳهو وڃڻ ٿي ڏوهه هو. جنهن طبقي مان آيو هو اُهي سدائين پاڻ کي عوام کان مٿڀرو پائيندا هئا. اُنهن هوندي به هو پنهنجي طبقي مان هٿ کڻي آيو ۽ پورهيتن، سانگين، ساهڙن، جوڳين ۽ سنياسين جي صحبت ۾ رهيو... انکري ئي پنهنجي شعر ۾ ڪاميابيءَ سان ۽ سچائيءَ سان اُنهن جو بيان ڪري سگهيو آهي. انکري ئي هو عظيم آهي.

(تنوير عباسي ١٩٧٦)

# سامي جو ڪلام

لطيف ۽ سچل وانگر، سامي به پنهنجي دؤر جو باغي شاعر آهي. انجو تصوف ۽ ويدانت جي اوٽ ۾، مذهب ۽ قوم، پنڊتن ۽ ڀاون، ملن ۽ مولوين تي چوٽون ڪيون آهن. سندس اهو شعور پڻ ان دؤر جي سياسي ۽ ملڪي ڪشمڪش قومي ۽ مذهبي فرقيبندي، بي روح ۽ رسمي عبادت ۽ اڇوت، ذات پات ۽ رنگ نسل جي پيدائش جي رد-عمل ۾ پيدا ٿيو آهي.

چوڻو!

١- اُٺ اوچا ڪن، ڪوٽ نه ڏسن ڪئي ۾.

٢- لوڪي ڪل ڪئي، قاضي ڪتابن جي.

٣- ڏاڍي ڏيوالي، مايا ڏاتڻ ڏاڍري

سامي ڪيو جهان سڀ کي ڪر ٽڪ ڪنگالي،

سامي مايا کي مڪڻ ڪاري، ڏاڍوري، ڏيوالي ۽ ڏاتڻ سڏي، گويا سرمائيدار طبقي خلاف پنهنجي نفرت جو اظهار ڪيو آهي... بهرحال، سامي جو ڪلام تصوف ۽ ويدانت جي آڌار به آهي ته اُن دؤر جي صحتمند تقاضائن ۽ بيمارن قدرن جي نشاندهي به ڪري ٿو.

(مولانا گرامي مهراڻ - ١٩٦٤)

# حق پرست سچل

سچل حق پرست، اعليٰ دماغ، فراخ دل، همدرد انسان هو. هن جهڙو اختيار، اقتدار جو مخالف، دلير ۽ فريب جو دشمن، آزاد خيال ۽ ٻيو ڪو شخص واجهه وجهندي نه ڪو ڏٺو ويو. هن وقت هجي ها ته، انقلابي ٽولي ڀري ها. سندس صدق ۽ دل جي صفائي، محبت ۽ قرب سنگدل کي به موم بڻائي ڇڏي:

"جي هئين عاشق نه، پر سوهڻن محبت جو ساهه
ساهه جو سانگو ڪرين ته پير هن پڙ ۾ نه پاءِ؟"

هن الله لوڪ سڀ ڪان اڳيئي آهو پلي ڇڏيو هو، انهن نه اهڙي بي باڪي ۽ جرئت ڏيکاري اٿس. هن پنهنجي جيءَ سان جنگ جوٽي ۽ جڳ جي پيڙائن خلاف صدا بلند ڪئي. سندس وقت ۾ مذهبن جو ٻول بالا هو ۽ شايد هن وقت به ڪن هنڌ آهي، تنهنڪري هن انهيءَ زهري ذهنيت خلاف پڪاريو:

"مذهبن ملڪ ۾ ماڻهو منجهايا،
شيخي پيريءَ وڏائيءَ بيحد ڀلايا
ڪي نمازون نيڙهن روزي، ڪن مڙهيو وسايا
اوڏو ڪين آيا، عقل وارا عشق کي."

ڏيرت بسنت

حسام الدين راشدي

# شاهه جو ڪلام

ٻارهين صديءَ ۾ سياسي طرح سنڌ وڏي ڪوپ ۽
ڏاڍيءَ ڪشمڪش ۾ مبتلا هئي. مغلن جي غلاميءَ جو
ڳچيءَ مان ڳٽ نڪتو ئي مس، هتان جي مقامي خاندان
سنڌ جي سربراهي ڪندي آزادي ورلي آئي هئي جو
مٿان اچي نادر نمودار ٿيو، ان کان اڳ آجو ڪيو ته
قنڌار ۾ اچي مٿان ڪڙڪو ڪيو. هڪ دفع ته ٻلڪ
ٻار ٻار، گهران رسڻ ته سڌو سنڌ ۾.

بهرحال، غيرن جي غلاميءَ ۽ ڌارين جي ٻي درٻي
ڏکوئيندڙ ڏاڍاين، شاهه جي ذهن کي اذيت پهچائي
۽ هن، انهيءَ ماحول کان متاثر ٿي پنهنجي
ڪلام ۾ مختلف پيرائن ۽ پهلوئن سان ”ڌارين جي ڏاڍ“
خلاف جهاد جو نعرو ۽ مسلسل غلاميءَ ۾ رهڻ سبب،
وطن سان محبت ۽ پنهنجي ڪرد ۽ ديش سان وفادار رهڻ
جو احساس، جيڪو صدين کان سمل هو، اُن کي جهنجهوڙي
جاڳائڻ ۽ ڪوشش ڪيائين، جنهن سنڌ کي پنهنجي سماجي
روايتن، رائن ۽ رسمن سان ٻڌل بڻايو ۽ غلاميءَ
سبب سنڌي سماج ۾ جيڪي ڌاريا ۽ مصنوعي اثر پيا هئا،

انهيءَ داغ ڌوئي اسانجي ٻوليءَ ۽ ٻاراڻن کي پاڪ ۽ صاف ڪري.

سنڌ جي هندن ۽ مسلمانن ۾ مذهبي ڪشمڪش ۽ تعصب ڏاڍو گهڻو پيدا ٿي پيو هو، حضرت مخدوم محمد هاشم عليه رحمه جي سخت گير پاليسيءَ، سنڌ اندر عالم سڳورن جو هڪ اهڙو طبقو اڀار ڪري ڇڏيو هو، جنهن تبليغ اسلام لاءِ گهڻي حد تائين تشدد آميز پاڪ غير اسلامي انداز اختيار ڪيا هئا. جيڪڏهن، ڪنهن غير مسلم جي واتان الله محمد ۽ رسول جو لفظ نڪرندو هو ته، ور ڏيئي انکي حلقهءِ اسلام ۾ داخل فرمائي. يعني مروج مخصوص محاوري مطابق 'مشرف به اسلام' ڪري، پنهنجا "تبليغي" فرائض پورا آندا هئا. انهيءَ جو لازمي نتيجو اهو نڪتو جو سنڌي طور ۽ طريقي ۽ انهيءَ لفظي قدر ۽ قيمت غير مسلمانن کي ڏاڍو هول ۽ هراس ۾ وجهي ڇڏيو. اهي پاڪ نالا وٺڻ ته درڪنار ۽ بچاءَ خود رهيا، هنن پنهنجي ٻوليءَ ۽ ڏوليءَ جو ڦير ۽ تلفظ ان ۾ سمجهو ته، مرڳو اهي اکر اچارڻ ئي ڇڏي ڏنا جن مان خطري جو امڪان هجي. جدائي، انهن لفظن سان گڏ "رسو" جو ڦيرو هنن انهيءَ ڪري ڇڏي ڏنو. هو جيئن ڏاڍا مبالغ ان ۾ "ل" پنهنجي طرفان وجهي "رسول" پڙهائي ڪو منع نا مڃائي وجهن.

اهو سڀڪجهه، انهيءَ ڪري هو جو اڳائي سؤ سالن

(ارغوان کان وٺي مغل ڳاڙهن) جي مسلسل انحطاط سبب
ذهني طرح سندن ۾ تنزل ۽ پستي اچي چڪي هئي،
آزاد ماحول ۾ دلين اندر جيڪا وسعت، قلب ۾ جيڪا
وسيعائي ۽ ڪشادگي ٿيندي آهي، فڪر ۽ نظر، علم
خواهه عمل ۾ جا بلندي ۽ جزرسي، گهرائي ۽ گنڀيرتائي،
حقيقت پسندي يا دور رسي ٿيندي آهي، سا سڀ ختم
ٿي وئي هئي. تنهنڪري رواداريءَ، برداريءَ، بلندپروازي
يا همدرديءَ جا جيڪي انساني لڇڻ، خواهه اسلامي لڇڻ،
هڪ آزاد قوم ۾ ٿيڻ گهرجن، اهي سڀ هنن وساري چڪا
هئا، ۽ اهو سڀ ڪجهه هو انهيءَ احساس ڪمتريءَ جو
پاڙيل، جيڪا غلاميءَ جي ذلت ۽ پستيءَ جي پيداوار
ٿيندي آهي ۽ جنهن جي ڪري غلام قوم جا افراد
پنهنجي انهيءَ احساس کي مٽائڻ خاطر، هڪ غير فطري
برتريءَ حاصل ڪرڻ لاءِ ڪي مصنوعي رٿون ۽ رستا
پيدا ڪندا آهن. جن مان هڪ طريقو اهو پڻ آهي ته
مذهبي فروعات تي خواهه مخواهه زور ڏجي، مناظرابازي
ڪري هڪٻئي مٿان سبقت ۽ برتري حاصل ڪجي، دين
۾ غير ضروري نمائش ڪري مذهب کان زياده پنهنجي
ذاتي پاڪائي ۽ بزرگي جتائجي ۽ قطعي غير اسلامي
طريقن جي وسيلي انسان کي هڪ مذهب جي دائري
مان زوريءَ گهلي ٻئي مذهب ۾ داخل ڪري ان تي
بگل باجا وڄائي، پنهنجي پندار کي آسودگي پهچائجي.

ملڪ اندر اهڙي ڏڪر ۽ جهڳڙن ۾ دلين جهڙي مٽي ۾
پياري ڏاڍا ۾ اُتري واڌي ۽ جهڳڙن پاليسي، شاه
جهڙي صاف باطن صوفي ۽ درويش پيري دل رکندڙ انسان
کي سخت متاثر ڪيو.

سو هن پنهنجي ڪلام اندر مڪي، مدني ۽ مصري
جي اهڙي حد تائين پالوت ڪري ڇڏي جو ترشي
ٿلهي ٿيندي ۽ اهڙي جو جيڪو به وز غير مسلمان
پنهنجي هموطن پائرن هٿان ڇڪي ڇڪا هئا، اهو
پڪاڪس مت ۾ محتاج ۾ پڙهڻي ويو ۽ انهي شعراءِ
سڀني کي اتري قدر ڪندو هو ۽ گهر پياري ڇڏيا.

شاه سائين جي انهيءَ دلڪش ادا ڏ، سڀني جي
دلين کي موهي رکيو ۽ اهو ئي سبب آهي جو مسلمانن
کان وٺي، شاه جي ڪلام جا پارکو هندن مڃيل پيدا ٿيا
۽ پيدا ٿيندا رهيا ٿا، سرڳواسي ليلا رام، جيٺمل پرسرام،
ڊاڪٽر گربخشاڻي، لال چند امرڏنو مل، پيرومل مهرچند،
ڪلياڻ آڏواڻي، رام پنجواڻي، فتحچند واسواڻي، پروفيسر
جهمٽ مل ۽ ٻين سوين هندو مشاهيرن جون خدمتون
انهيءَ ڏس ۾ ڪير آهي جو وساري سگهندو؟

("شاه جي رسالي جو مطالعو" ڪتاب
جي مهاڳ، تان - ١٩٦٣)

# شاهه جو عاشقاڻو شعر

شاهه جو عاشقاڻو شعر ٻن نمونن جو آهي. هڪڙو اهو جنهن جو مضمون مجازي عشق آهي......

يوناني ڏند ڪٿائن ۾ عشق کي نهايت سهڻي مگر انڌي جوان جي صورت ڏني آئي، سندس هٿ ۾ تير ڪمان آهي. جنهن جي سيني تي تير هڻي ٿو، تنهن جي دل ۾ عشق جو وڌاءُ اچو ٿئي... عشق جو ذات پاڪ سان ڪو واسطو ناهي. سنسڪرت ڪاوين ۾ "مدن" جي اهڙائي صورت ڪئي آئي... سو "ڪامديو" سارو عشق جي عيش ۽ عشرت، هوس ۽ ڪنار، ناز ۽ نياز ۽ وصل جي ميٺ ۽ مزي سان ڀريل آهي...

مطلب ته شاهه جي عاشقاڻي شعر جو مضمون پارسي غزل جهڙو ئي آهي، مگر شاهه پارسي غزل جو هوبهو تتبع (نقل) نه ٿو ڪري. پارسي غزل ۾ صبا پيغام پهچائيندڙ آهي، پر شاهه جو سنهو رسائيندڙ آهي ڀؤر يا ڪانگ. اِنَ سواءِ پارسي غزل ۾ شراب، ساقي، مطرب، باغ ۽ زاغ وغيره جي گهڻي استعمال ڪيل آهي، مگر شاهه ۾ اهڙو ذڪر ڪو ڪٿ ورلي ايندو. شاهه جو طريقو هر طرح نئون آهي ۽ سنڌ جي حالتن تي ٻڌل. سندس اشارا ۽ استعارا، ڪنايا ۽ تشبيهون، مڪاني حالتن جي مطابق آهن.

(ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي)

محمد ابراهيم جويو.

# شاهه، سچل، سامي

شاهه، سچل ۽ سامي سنڌ جي تاريخ ۾ هڪڙي ئي دؤر جا، ٽيئي ٿوري گهٽ سهڻوڳي شاعر هئا. سچل ۽ ساميءَ جا ٿوري گهٽ هم عمر به هئا... هڪ پاسي شاهه ۽ سچل هئا، جن اسلام جي قرآن جو تفسير ۽ تعبير سنڌي ٻوليءَ ۾ پنهنجي سنڌي سماج (مسلمان ۽ هندن ٻنهي) کي سمجهايو ۽ سمجهائڻ ٿي چاهيو؛ ۽ ٻئي پاسي سامي هو، جنهن هندو ڌرم جي ويدن جو اَرٿ ۽ سمجهاڻي ساڳيءَ اُن سنڌي سماج کي، يعني هندن ۽ مسلمان ٻنهي کي، ڏيڻ گهري ٿي. عربي ۽ سنسڪرت جن ۾ اُهي آيل هئا، ٻئي سنڌ جي ماڻهن لاءِ ڌاريون زبانون هيون. اُن کان وڌيڪ اُنهن لاءِ هنن پنهنجن الهامي صحيفن کي سمجهڻ ۾ ڏکيائي ٿي ٿئي، جو اُنهن جي نظر ۾ سڄو حق اُنهن جي پنهنجي پنهنجي صحيفي ۾ هو، جن جو هڪ هڪ اکر حق هو ۽ جنهن اُن پنهنجي پنهنجي حق ۾ ڪا به تبديلي ڪڏهن ڪا به ٿيڻي هئي، بلڪ اُن جو ورجو ويچار به ممنوع هو، ساڳئي وقت اُنهن ئي سنڌ ۾ آسماني صحيفن جا پيشرو ۽ ماهر سمجهائيندڙ (ملا ۽ پنڊت) وٽن موجود هئا، جن اُنهن

ماڻيءَ، جن ڌرتيءَ جي آهيءَ اعليٰ مقصد سان روشناس
۽ اُن لاءِ تيار ڪرڻ لئي گهريو. هو سنڌ جا عظيم اُستاد،
هادي ۽ رهبر هئا. هو تمام وڏا انسان ۽ تمام وڏا شاعر
هئا. هنن انسان کي جيڪا تعليم ڏني آهي، سا ڪا
معمولي تعليم ڪانهي. هنن سنڌي سماج جي آڌو تمدن
انسان جو اصول پيش ڪيو. هنن سنڌي سماج کي تمدن
اجتماعي وحدت جي شعور کان واقف ڪيو ۽ اُتلاءِ ڪين
عملي. راهه ڏيکاري- قومي تهذيب، قومي مذهب ۽ قومي
سياست جي راهه، مشترڪ اتحاد ۽ باهمي تعاون جي راهه، محبت،
رواداري ۽ اتحاد جي راهه، عمل ۽ قربانيءَ جي راهه.
هنن جي ساهوڙن سنڌ ۽ سنڌي سماج جي آزاد، باوقار،
بامقصد ۽ خوشحال وجود جو خواب ڏٺو، ۽ هنن وقت
اُن خواب جي تڪميل جو رستو به ڏيکاريو. بتائيءَ ۽ واڳي
کي هٿائڻ جو، پنهنجن کي پنهنجو ڪرڻ جو، ڀلايءَ ۽
ايڪتا جو، سچ، نيڪيءَ ۽ سونهن کي پاڻ اَرپڻ ۽
اُنهن تان پاڻ گهورڻ ڪرڻ جو، سچي ماڻهپي جو،
ماڻهوءَ جي مرتبا ۽ مان ۽ ماڻهوءَ جي شعور ۽ پيار جو،
انساني تهذيب جي عروج ۾ پنهنجي حصي جي
فرض ادا ڪرڻ جو، عالمي امن، اتحاد ۽ ترقيءَ جي
جد و جهد ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ جو. هاڻي، اهو اسان تي
ڇڏيل آهي ته ڪيتري قدر اسين پنهنجي فرض کي
سڃاڻون ٿا ۽ اُن تي عمل پيرا ٿيون ٿا ۽ ڪيتري قدر
پاڻ کي پنهنجن عظيم اُستادن ۽ رهبرن جي لائق
ثابت ڪري ٿا سگهون.

(۱۹۷۸)

ان هستيءَ جو هڪ وڏو نشان آهي مهاراشٽر جو
سنڌُ ونگر (اُلهاس نگر) جيڪو ٣، ٤ لکن جي سنڌين
جي پنهنجي ميونسپل واري جهڙي ننڍي سنڌ آهي. اُنکي
نه اِهن شهرن جي ميونسپالٽين سان ملائي جذب ڪرڻ
جو سرڪار اعلان ڪيو آهي. پوءِ ته اِهو هڪ ايمان نه
ڪم ٿي ويندو. اسان سنڌ ونگر جي حق ۾ ٢٥، ٣٠.
سالن کان ٻڌي لکيو آهي ته پنهنجي تن من ۽ ڌن جي
آهوتي ڏيئي ان روزانين سنڌُ سماچار ۽ سنڌُ سنسار
آواز اٿاريو هو، پر اُنکي ڪنهن نه ٻڌو ۽ اخبارن کي
بند ٿيڻ پسند ڪيو. اَڄ آهي ڪا اَهڙي سنسٿا جو اهڙو
زوردار آواز اٿاري؟ الاجي جو سنڌ ونگر اندر ٻوڙهي
ٻاهر سنڌي سڀاڳي، سماجي ۽ اَدبي سنسٿائون ۽ انهيءَ جون
ٻيون جو نه ٿيون ان ڏس ۾ طوفاني تحرڪ هلائين؟

هڪ طرف سنڌي سنسٿائن ۽ ٻين ۽ ڪاڌي ماڻهن
جو ٿڌي ماٺ واري رخ آهي ته ٻئي طرف ساهتڪار
هڪٻئي پٺيان ڪتابن ۽ رچنائن سان ٻولي ۽ ڇاپي کي
اوج ڏيئي رهيا آهن. اڳتري قدر جو گجرات ۽ راجسٿان
سرڪارون نه سنڌي اڪيڊمين، انعامن، سنڌي ڪلاس
کولائڻ وغيره رستي نه هند سرڪار جو تعليمي کاتو
(ڊائريڪٽوريٽ) به انعامن، ڪتابن ڇپائڻ ۽ خريد ڪرڻ،
سيمينار ڪرائڻ وغيره رستي سنڌي ٻولي ۽ ساهت کي
همٿائي رهيون آهن.

## ڪتابي سماوچنا

پوپٽي هيرانندڻي جي جيوني، "حياتيءَ جا
سونا روپا ورق" نالي ڪتاب ۾ ڇپي آهي. هوءَ
شروع ۾ ئي ٻڌائي ٿي ته ڪيئن ڪيس ڪتابن ۽ لکڻ لاءِ
شوق ٿيو. ميٽرڪ بعد گهر جي پالنا لاءِ ماستري ڪئاءِ
۽ پيار ۽ شاديءَ جي قرباني ڪرڻي پيس. همت سان
مشڪلاتن کي منهن ڏنو اٿس. سڀاءَ جي ڪري لڪڙي،
بيباڪ، سچار، اٽل ارادي واري، خوشامد، ڪوڙ ۽ رسائيءَ
کي ڌڪاريندڙ آهي. سندس "پسنديدا ماڻهن ۽ ناپسنديدا ماڻهن
ليز آهن." انڪري ڪيس هڪ ئي ساهيتڪي ڪيڏي.
آهڙي خوددار ناري جڏهن سڪول، ڪاليج، سڀا، سميلن
۽ ساهت لکڻ ۾ سرگرم رهڻي ته ٻاهرين اثردار ۽ رعبدار
شخصيت ٿيو ٿوري. هن ورهاڱي کان اڳ، جي سنڌ،
فسادن، لڏ پلاڻ جو به ذڪر ڪيو آهي. انجي ٻولي
۽ شخصيت وانگر رعبدار ۽ روچڪ آهي. آتم ڪهاڻي
پڙهڻ لائق آهي.

ڪي ڇوڪرن ۾ لکيا اٿس: "هندواسي" ۱۹۴۸
۾ ته ٻار ۱۹۵۳ ۾ نڪتي. ماڊل سڪول وارا پستڪ
سنڌي ساهت منڊل جي لڳاتار ڏهن سالن جهڙا معياري
ٿي هئا. گانڌيڌام سميلن (۱۹۶۰) ۾ ٿيو هئي، ٻڌول اٿس (جو ٿي
الوقت منڊل ۽ سڀا جي سيڪريٽري هو) ڪاميٽيءَ ٿي
ته ڪهڙي جو اچارڻ واري "سنڌي ساهت سنگت"

هلائيندي هئي. پارٽيءَ کي ڇڏيو سڄو وقت سندس
ڇوڙي ٿي، اُن سندريءَ سان گڏ اُڌپور گهمائي هئي.
پارٽيءَ جي قول ۽ عمل ۾ هي تضاد آهن. هن سنڌ پاس
جي نموراڻيءَ مان ڪيرت ۽ مالهيءَ جي گلا نه ساراه نه
ڪئي آهي، پر اُن جي رٿي گلا. اُن جو سياڻ پارٽيءَ
جهڙو آهي. پوءِ به پاڻ اُتي فخر ڪري ٿي ۽ اُن کي
”ڪروُب“ ڪوٺيٿي! جيڪڏهن اُن ڪروب هجي ته ساهت
منڊل جي وائيس پريزيڊنٽ ۽ سيڪريٽري ۽ سنڌي ٻولي
سڀا جو جنم داتا جنرل سيڪريٽري ٿي. پروفيسر
اين. آر. ملڪاڻي، ايم. يو. ملڪاڻي، ايل. ايڇ. اَجواڻي
۽ ناگراڻي جهڙن نرالن پريزيڊنٽن سان ڪم ڪري هلڻ
ڪئي ۽ سنڌو سماچار جو سال ايڊيٽر ٿي، ڪٿان
هلائي ها؟ اخبار اُن ڪري بند ٿي جو پارٽيءَ
ڪوڙ ڪيو آهي، پر هن جي اوچتي مهانگائي ۽ ڪيرت
پاپاٽيءَ جي ذاتي گرهستيءَ سان ڇڙهت ڪري. پارٽيءَ
جي اُن خلاف گفتار ڪيرت جي اثر ڪري آهي جيئن
تازو هن روسي ڪلچر ڪائي ۾ وڃي ڪيرت جي اڳيئي
شايع ٿيل ”جيڪي ڏٺو مون“ جو نئين سر مهورت ڪيو
۽ روس کي ساراهيو جيڪي هيلتائين انڌا هو هتائين.
ڪلپنا جي سيڪريٽريءَ وقت، پارٽيءَ مالهيءَ،
ڪيرت ۽ ڪلپنا جي نئين نموڻيءَ جو اعلان ڪيو هو،
پر ڪتاب ۾ ڪلپنا جو ذرو به ذڪر ناهي، ڇو؟

مريادا لاءِ، جيڪي جي ليکڪن ۾ صحيح لاڪ لائق آهي،
۽ ڪيرت جو مريادا وچان پيش ڪونه ٿو ڪري ڪيس
ڪاوڙائي؟ اهو اهڙوئي آهي. ليکڪ شيام، خادم،
ڪول وغيره اديبن جي هاڻي خوشامد ۾ ڪئي آهي،
جنهن ڪيس ساهت اڪيڊمي انعام ملي، جو شيام هن سال
وٺي ڏيندس.

مثل ماڻهو، جيتري پيڙا، نڪر ليکڪن جو
موضوع ماڻڪ جي ياد ۾ مجموعو آهي، اُن ۾ ڏنو ماڻڪ جي
"ڪاوڙ" ليکڻ کهاڻي آهي، جا ڏنهن شعور، اظهار
۽ انداز سان نيارال آهي. ماڻڪ تي ليکڪ ممتاز مهر،
عزاز مهراڻوي، مظهر محقق، عبدالجبار جو ڻيجو جا تاثرات
پڙائين ٿا ۽ ماڻڪ اصول، ووڪ ۽ ليکڪ جي نظريي وارو
هو. ڪتاب ۾ مشتاق شوري جي ملاقات آهي،
جنهن ۾ سنڌي ڪهاڻي لاءِ ملاڻ وارون فتوائون آهن
جي ۾ "ڳالهه جي ايڪ" جو نتيجو آهن. مثلا: ١- پارس
جو ترقي پسند سنڌي ادب ڦراڙي هو ۽ آهي ٢-
ترقي پسند ڪهاڻين ۾ هر ڪو نشيا فيلسوف واڪر سوچيندي.
٣- ڪهاڻين ۾ "دادا ڪامريڊ" خلفل آهن. ٤- ترقي پسند
ادب مري ويو آهي.

هي ترقي پسندن جون هزار ڪن ڪهاڻيون چوڻل
آهن، جن ۾ مشتاق واري وڪيا ته ڪولي ۽ ليڪي.
ڦراري ۽ دادا ڪامريڊ وارين ڪهاڻين ۾ اڳيان ٿي

ڳنڍ جهڙاون مس آيندئون. ٻڙي پيند ڪهاڻي مرڳ
پڙهندڙن مشتاق جي گرو لعل پشپ اي ڏ. آڏر ڪيو آهي.
جنهن تازو ٻڪ، غرباڻي، سڌي ۽ سڌيءَ واري ڪردار
جي صاف سٿري رنگ ۽ ٻوليءَ واري ڪهاڻي "ها ۽ نـ
جي وچ" لکي آهي. لعل هاڻ مارڪس کي ساراهيندو
آهي ته شاهه ـ و ڪاون جا ٻه پير چمندو آهي ۽ ڪنهن
ٻهڪندڙ ليڊر ۽ مرلي منجهي فوٽا ڇپيندو آهي. هن
ملاقات مان مشتاق پنهنجي گروهه وارن پنهنجن ٻاز ثابت
ڪيو.

سوچنائون: ڏياري پرچو نومبر ۾ ته ملڪاڻي پرچو
فوٽن سان جنوري ۾ نڪرندو. اڳئين ٢٦ جنوري
پرچي ۾ ملڪاڻيءَ جي ڪتاب ۽ فلم وارا ٻه فوٽا مومن
ڪاپڙيا جي مهربانيءَ سان مليل هئا.

(سمپادڪ)

---

## اڄ ئي گهرايو هي نوان ڪتاب

سنڌي ڪهاڻي، ناٽڪ ۽ تنقيد (ليکڪ: آنم ١٠-٠٠)
نئل آرسيون (ليکڪ: ڪرشن کٽواڻي، سنڌوي ۽ ٻيا)
ڪوانجون ٽون ڪنڪن (١٣ ليکڪن جون ڪهاڻيون)
هرهڪ قيمت پنج رپيا.
سنڌي ساهت سالوچنا (پروفيسر منگهارام ملڪاڻي
٦-٠٠ رپيا)

# سنڌي ساهت ۾ انقلاب

## سندري اُتم چنداڻيءَ جي يادگار ڪهاڻين جو مجموعو

# "پورب"

### ٽن سالن ۾ ٽيون دفعو ڇپجي

هن مجموعي جون ڪهاڻيون سنڌي جيوت ۽ سماج
جو صحيح چٽ دلڪش ۽ دلچسپ ٻوليءَ ۾ چٽين ٿيون،
انڪري سندريءَ جون ڪهاڻيون نه رڳو گجراتي، بنگالي،
هندي، اردوءَ جي پر دنيا جي ٻين ليکڪن
ڪيٿرين مئنسفيلڊ، پرل بڪ وغيره سان گڏ مجموعي
۾ ڇپيون آهن. سندريءَ جو ناول ڪرندڙ ديوارون،
دوستوفسڪي، اسٽينبيڪ، سمرسيٽ ماهم،
ترگنيف، گوگول ۽ گورڪيءَ جي ناولن واري خاص
"شاهراهه" ۾ ڇپيو آهي. اهو ناول ٻوڙي
پريت پراڻي ريت نرالي ناول سنڌ هند ۾ ٻاهر
ڇپيو، دنيا ڇپيا آهن جي رڪارڊ ٽوڙ مثال آهن. ٻنهي
ناولن ۾ ورهاڱي کان اڳ ۽ پوءِ جي سنڌي جيوت جي
جدوجهد جي تصوير آهي. سندريءَ جا هي ۽ ٻيا ڪتاب
ٿين دنيا کان گهرائي پڙهڻ ضروري سمجهيا ويا.